# ماستريادي

(روسي ناول)

ليکڪ: اليگزينڊر سيرا فيمووچ

سنڌيڪار: نجم عباسي



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1988ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر **هڪ سؤ يارهن**

ڇپائيندڙ نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ نيو فيمس پرنٽنگ پريس
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد.

پهريون ايڊيشن سيپٽمبر 1988ع

**قيمت** 25/- رپيا



---

MASTRYANI (Novel) Written by ALEXANDER SIRA FEMOVICH. Translated in Sindhi by NAJAM ABBASI. Published by New Fields Publications, Tando wali Mohammed, Hyderabad Sind. Pakistan. First Edition September 1988. Price Per Copy Rs. 25/-

**اختر بلوچ جي** نالي....

هوءَ سنڌ جي تازي تاريخ جي اها پهرين عورت آهي، جنهن پنهنجو عملي مثال پيش ڪري، پين سنڌي عورتن ۾ قومي انقلابي جاڪوڙ جي واٽ وٺڻ جو حوصلو اُڀاريو. هوءَ سنڌي عورتن ۾ نئين سنڌ جي عملي سياست جي پيڙهه جو پهريون پٿر آهي.

**نجم عباسي**

## نيو فيلڊس طرفان
## نجم عباسيءَ جا ڇپايل ڪتاب

١- سورج هوندي مرجهايل (ڪهاڻيون) ١٩٨٢

٢- للڪار (ڪهاڻيون) ١٩٨٣

٣- پيار ڪهاڻي (ناول) ١٩٨٤

٤- بلنديون (ناول) (ٻه ڇاپا) ١٩٨٤-١٩٨٧

٥- دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) ١٩٨٥

٦- ڪهاڻيءَ جو قافلو (تنقيد) ١٩٨٦

٧- گانڌي (جيون چرتر- ترجمو) ١٩٨٧

٨- تلاش (ناول) ١٩٨٧

٩- ماستريائي (ناول - ترجمو) ١٩٨٨

— نيو فيلڊس پبليڪيشنس طرفان نجم عباسي جو هي نائون ڪتاب آهي. هن وقت تائين نيو فيلڊس طرفان جن به ليکڪن جا گهڻي ڪان گهڻا ڪتاب ڇپيا آهن تن ۾ نجم عباسي جو ٽيون نمبر آهي. پهرين نمبر تي الطاف شيخ آهي جنهن جا ١٩ ڪتاب ڇپيا آهن. ٻي نمبر تي شيخ ايــاز ۽ فضل احمد بچاڻي آهن جن جا ١٠، ١٠ ڪتاب ڇپيا آهن. چار پنج ڪتاب ته گهڻن ئي ليکڪن جا ڇپيا آهن.

گهڻي خوشي جي ڳالهه آهي تـه سنڌي ليکڪن جــا هڪ ئي اداري طرفان سنڌن حياتي ۾ ئي ايترا ڪتاب ڇپيا آهن. انشاالله اڃان ٻيا ڪتاب به سنڌن ڇپبا. ڪو وقت اهڙو بــه هو جڏهن صرف ڪنهن خـوش قسمت سنڌي ليکڪ جو ڪتاب سنڌس مرڻ ڪانپوءِ ڇپبو هو. پر هن وقت نيو فيلڊس طرفان تقريبن سيني وڏن ليکڪن جا ڪتاب سنڌن حياتي ۾ ئي ڇپجي چڪا آهن.

اسانکي اميد آهي ته نجم عباسي جو هي ڪتاب سنڌس ٻين ڪتابن وانگر پڙهندڙن کي پسند ايندو.

**ادارو**

# منهنجو ٽيويهون ڪتاب

مون هي ناول ماسڪو ۾ ڇپيل اردو ڪتاب ”طوفان اوررِيت“ تان ترجمو ڪيو آهي، جو ان ۾ ڪهاڻي طور ڏنل آهي، پر مان ان کي ناول سمجهان ٿو: ڊيگهه جي لحاظ کان، ان ۾ هڪ کان وڌيڪ مکيه ڪردارن جا تفصيل ڏنل آهن ۽ ان ۾ ڀرپور زندگي جي جيون جا هڪ کان زيادهه پهلو ڏيکاريا ويا آهن. ڪتاب ۾ هن ناول جو سرو ”گالينا“ ڏنو ويو آهي، پر مونکي ”ماسترياڻي“ موزون لڳو.

ڪتاب جو ليکڪ اليگزينڊر سيرا فيمو وچ آهي جو ۱۸٦۳ ۾ ڄائو ۽ ۱۹۴۹ ۾ لاڏاڻو ڪيائين. هو شاگرديءَ جي زماني ۾ سياسي ڪارڪن رهيو ۽ گهرو لڙائي ۽ روس تي هٽلر جي حملي دوران به سرگرم رهيو.

ڪتاب ۾ اهو نه ڄاڻايو ويو آهي ته هي اردو ترجمو سڌو روسيءَ تان ڪيو ويو آهي يا انگريزيءَ تان. اهو به نه ٻڌايو ويو آهي ته جي ان جو انگريزي ترجمو موجود آهي ته هن ناول جو عنوان ڇا رکيو ويو آهي. مون انگريزي ترجمو هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ملي ڪونه سگهيو. انگريزي ترجمو وڌيڪ سمجهه ۾ اچيم ها ۽ صاف هجي ها. هن اردو ترجمي ۾ ڪيترا ٽڪرا منجهيل ۽ اڻ ڇٽا آهن ۽ ڪهاڻيءَ سان غير واسطيدار پيا لڳن. يا ته اردو ترجمو ڪندڙ اهي ٽڪرا سمجهيا ئي ڪونه آهن، يا ته هيءَ ٻولي

انهن بيانن ۽ ويچارن کي پڌرو ڪرڻ جي لياقت نه ٿي رکي.
ان ڪري مونکي به پنهنجي واٽ وٺڻي پيئي.

هن ليکڪ جي باري ۾ ڪن وڏين هستين جا رايا هن ريت آهن:

**عظيم لينن** هن ليکڪ کي هڪ خط ۾ لکيو: توهان جي لکڻين منهنجي اندر ۾ توهان لاءِ عزت جو گهرو جذبو پيدا ڪيو آهي ۽ مان هيءَ ڳالهه زور ڏيئي چوان ٿو ته توهان جي لکڻين جي، پورهيتن ۽ اسان سڀني کي سخت ضرورت آهي.

**ٽالسٽاءِ** هي ڪتاب پڙهي چيو ته مان ان کي سئو مان سؤ مارڪون ڏيان ٿو.

ساهت جو نوبل پرائيز کٽيندڙ روسي اديب، **ميخائيل شولوخوف** جو رايو آهي ته سيرا فيمووچ ساهتڪارن جي انهيءَ نسل مان آهي، جنهن اسان نوجوان ليکڪن کي گهڻو ڪجهه سيکاريو آهي. مان سچ پچ سيرا فيمووچ جو ٿورائتو آهيان. هن شروعاتي سرگرمين کان منهنجي پٺڀرائي ڪئي. هن سڀني کان پهرين منهنجي همت افزائي ڪئي ۽ مونکي مڃيو.

سيرا فيمووچ پنهنجي لاءِ لکيو: مان ساهت جو معمولي سپاهي آهيان، ساهت جو معمولي ڪارڪن آهيان ۽ ان تي مونکي فخر به آهي، ڇو ته سوپ جي پڇاڙي سپاهين جي هٿان ٿيندي آهي، ۽ مزورن جا هٿ زندگيءَ جي اڏاوت ڪندا آهن.... جو ڪجهه سچائيءَ سان هڪجهڙائي نه ٿو

رکي، سو ساهت ۾ منهنجي لاءِ سدائين اڻ وڻندڙ رهيو آهي.
ٽالسٽاءِ ۽ گورڪيءَ وانگر سير فيمو وچ روسي اديبن
لاءِ ادبي مشعل هو.

هن ناول ۾ آڪٽوبر انقلاب کان اڳ واري روس جي
ٻهراڙيءَ جي جهلڪ ڏنل آهي، جا اسان جي موجوده سنڌ
جي ٻهراڙيءَ کان ڪنهن به نموني ٻي طرح جي نه آهي.
اسان به اهڙي انقلاب ذريعي پنهنجي جيون کي بهتر طريقي
بدلائي سگهون ٿا.

هن ڪتاب ۾ ڏنل گورڪيءَ جو مضمون سون ١٩٥٢
۾ ترجمو ڪيو هو. باقي "ماستريانٽي ناول" جو ترجمو ١٧-
اپريل ١٩٨٥ تي شروع ڪري، ٥- مي ١٩٨٥ تي پورو
ڪيم. اڙدوءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ سولو آهي. انگريزيءَ
مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ وڏيڪ وقت وٺندڙ ۽ ڏکيو
آهي، پر ان ۾ زياده ذهني لطف **(Intellectual Pleasure)**
حاصل ٿئي ٿو.

جيئي سنڌ!

**نجم عباسي**
٩٥- بي، يونٽ نمبر ٠٢
لطيف آباد، حيدرآباد سنڌ.
١٨- سيپٽمبر ١٩٨٨

# مهاڳ طور، گورڪيءَ جو مضمون

روس جي بزرگ ساهتڪار مئڪسم گورڪيءَ جو ڪتاب ”مان ليکڪ ڪيئن بڻيس“ ويٺي پڙهيم. ان ۾ هن چيخوف (جو به هڪ وڏو ليکڪ ٿي گذريو آهي) سان ملاقاتن جو احوال ڏيندي، انقلاب کان اڳ روس جي اسڪول ماستر جي حالتن تي روشني وڌي آهي .. مونکي ائين محسوس ٿيڻ لڳو ڄڻ ته مان پنهنجي سنڌي ماسترن جي ڪيفيت پڙهي رهيو آهيان: اُهائي مجبوري ۽ نااُميديءَ جي تصوير، اهوئي زرد ۽ بکن ماريل چهرو، اهائي بيوسي ۽ گهٽتائيءَ جو احساس، زميندارن ۽ ڪامورن جي غلامي.

* * *

گورڪي لکي ٿو:

هڪ ڏينهن، چيخوف مونکي ملاقات لاءِ پنهنجي گهر گهرايو. اتي هن جي ٿوري زمين ۽ ننڍو گهر هو. مونکي پنهنجي هيءَ ننڍڙي رياست ڏيکاري چوڻ لڳو ته ”جيڪڏهن مون وٽ گهڻي دولت هجي ته مان ڳوٺ جي بيمار اسڪول ماسترن واسطي هڪ صحت گاهه جوڙايان. هڪ اهڙي عمارت اڏيان جنهن جي ڇت اوچي هجي، ۽ جنهن ۾ وڏيون وڏيون دريون هجن، جئن گهڻي کان گهڻي هوا ۽ روشني داخل ٿي سگهي. ان سان گڏ هڪ لئبرري به هجي، ۽ هڪڙو خوبصورت باغيچو ۽ ڀاڄيون به پوکايان.

ديهاتي اقتصاديات ۽ موسمن جي باري ۾ تقريرون به ڪرايان، ڇوته اسڪول ماستر کي هر ڳالهه جي واقفيت هجڻ ضروري آهي."

هو ٿورو ترسي وري چوڻ لڳو "گورڪي! تون منهنجا هي بيداريءَ جا خواب ٻڌي تنگ ته ڪونه ٿو ٿئين؟ حقيقت هيءَ آهي ته مونکي انهن ڳالهين جي باري ۾ گفتگو ڪرڻ ۾ ڏاڍو مزو ٿو اچي. ڪاش! توکي ان جو احساس هجي ته روسي ڳوٺن کي نيڪ، ذهين ۽ چاڙو ماسترن جي ڪيتري نه ضرورت آهي. اسان کي ڳوٺ جي ماستر واسطي خاص سهوليتون ميسر ڪرڻ گهرجن، ۽ اهو ڪم جلد کان جلد ٿيڻ جڳائي؛ ڇوته عوام کي وسيع پيماني تي تعليم ڏيڻ کانسواءِ اسانجو ديس ڪکن جي جهوپڙيءَ وانگر، هوا جي هلڪي جهوٽي تي ڊهي پوندو. استاد کي هڪ فنڪار بنجڻ گهرجي، جنهن کي پنهنجي ڪم سان گهري محبت هجي. پر اسانجي ملڪ ۾ ماستر ته هڪ بي‌هنر مزور هوندو آهي، هڪ معمولي لکيل پڙهيل شخص، جو ڀاڙيءَ ۾ وڃي ٻارن کي پڙهائڻ ايتري رضامنديءَ سان قبول ڪندو آهي، جيترو جلاوطن ٿيڻ کي.

"اسانجا ماستر پيٽ بکيا ۽ ڊنل آهن. هنن کي سدائين اهو ڊپ ٿو رهي ته اسان کان هي سڪو ٽڪر به کسبو نه وڃي! حقيقت ۾ اسانکي اهڙن آدمين جي ضرورت آهي جي ڳوٺاڻن جا رهنما ٿي سگهن، ۽ جن کي هر شخص عزت جي نگاهه سان ڏسي. ڪنهن کي همت نه ٿئي جو هن کي

ڌڙڪا ڏئي يا ذليل ڪري، جڻ اچڪلهه تي رهيو آهي.
پوليس جا سپاهي، زميندار، واپاري، پادري، سڀ ماستر تي رعب ڇمائيندا ٿا رهن، ۽ اهو آفيسر پڻ جنهن کي ”اسڪولن جو انسپيڪٽر“ سڏيندا آهن، ۽ جنهن جو ڪم تعليم کي ترقي ڏيارڻ ناهي، پر اهو ڏسڻ آهي ته بالا آفيسرن کي خوش ڪرڻ جا ڪهڙا طريقا آهن.

”ڇا اها افسوس جي ڳالهه نه آهي ته جنهن شخص مان اسين عوام کي تعليم ڏيڻ جي اميد رکون ٿا، ان کي ايترو به ڪونه ٿا ڏيون جو هو پنهنجو پيٽ ڀري سگهي. اسين اهو ڪيئن ٿا برداشت ڪري سگهون ته اهڙي انسان جو لباس ليڙون ليڙون ٿيل هجي، ۽ ڊنل ۽ ويران اسڪول ۾ سردي ۾ ڪن ڏڪندو رهي، تپ ۽ زڪام جو دائمي مريض بڻجي ۽ ٿيهن سالن کان پهچندي پهچندي سنڌن جي سور، سلهه ۽ ٻين روڳن ۾ مبتلا ٿي وڃي. اسانکي پنهنجو پاڻ تي شرم اچڻ کپي!

”ڳوٺ جو ماستر سال جا اٺ نوَ مهنا ته بلڪل راهب واري زندگي بسر ڪري ٿو. نه هن وٽ ڪو ڪچهري ڪرڻ لاءِ ايندو آهي ۽ نه هن وٽ وري ڪتاب هوندا آهن، ۽ نه ڪو وندر جو ٻيو سامان. اڪيلائيءَ ڪري هن جو دماغ ڏڏ ڏ تي ويندو آهي. جيڪڏهن ملاقات واسطي هو دوستن کي دعوت ڏيندو آهي ته سرڪار طرفان هن تي ”تخريبي ڪاروايـن“ جو الـزام لڳايو ويندو آهي. استاد، جي هڪ اهم ۽ زبردست ڪم سرانجام ڏين ٿا، انهن جي

اهڙيءَ ريت مذاق اڏائي ٿي وڃي.

”مان جڏهن ڪنهن اسڪول ماستر کي ڏسندو آهيان تڏهن مونکي ڏاڍو شرم ايندو آهي، ڇوته هنجو چهرو ڏاڍو گهبرايل هوندو آهي ۽ ڪپڙا تمام ميرا ۽ ڦاٽل. مونکي سدائين ائين محسوس ٿيندو آهي ڄڻ ته استادن جي ذلت جو ذميوار مان ئي آهيان.“

هو ماٺ ٿي ويو. ڏينهن گرم هو. سج جي روشن ڪرڻن هيٺان سمنڊ چمڪي رهيو هو. پريان ٻهاڙيءَ جي دامن ۾ هڪڙو ڪتو ڀؤنڪي رهيو هو. چيخوف منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي هوريان چيو ”وڏي رنج ۽ شرم جي ڳالهه آهي، پر آهي سورنهن آنا سچي ته ڪيترائي انسان اهڙا به آهن جي ڪتن تي ريس ڪندا آهن.“

مان اڪثر هن کي هي جملا چوندي ٻڌندو هوس: ”پٽ، هڪ اسڪول ماستر مون سان ملڻ آيو آهي. هو پرڻيل آهي ۽ بيمار آهي. ڇا تون ڪنهن طرح هن جي مدد ڪري سگهين ٿو؟ حالي ته مون هنجو بندوبست ڪيو آهي.“....

”ها گورڪي! هڪ ماستر توسان ملڻ ٿو چاهي، هو بستري داخل آهي ۽ ٻاهر نڪري نه ٿو سگهي. ڇا تون هن سان ملي سگهندين؟“.... يا ”ڪن ماستريائڻين ڪتاب گهرايا آهن.“

ڪڏهن ڪڏهن هنجي گهر ۾ منهنجي ملاقات اهڙي قسم جي انسان سان ٿي ويندي هئي. گهبرايل ماستر جو منهن ڳاڙهو ٿي ويندو هو، ۽ ڪوشش ڪري لفظ چوندي چوندي ڳالهائيندو هو، انهيءَ لاءِ ته جيترو ٿي سگهي هو

روانيءَ سان ۽ تعليم يافته ماڻهن وانگر گفتگو ڪري، هو ساري سگهه ان ۾ صرف ڪندو هو ته جئن عظيم ليکڪ جي نظرن ۾ ڪنڌ هن معلوم نه ٿئي. انهيءَ ڪري سوالن مٿان سوال پڇندو ويندو هو؛ اهڙا سوال، جي شايد ان کان اڳ هنجي دماغ ۾ ڪڏهن به پيدا نه ٿيا هوندا.

چيخوف انهن ڳالهين کي سدائين ڌيان سان ٻڌندو هو. هنجي غمگين چهري تي مرڪ پڌري ٿيندي هئي، ۽ هو پنهنجي نرم ۽ مٺڙي آواز ۾ ڳالهائڻ شروع ڪندو هو. ان ڪري خبر ناهي ڪهڙي طرح ملاقاتي ماستر جي پريشاني هڪدم غائب ٿي ويندي هئي، ۽ هو به هوشيار ۽ عقلمند نظر اچڻ جي ڪوشش ڇڏي ڏيندو هو. پوءِ هو اڳئين کان گهڻو هوشيار ۽ دلچسپ لڳندو هو.

مونکي انهن مان هڪڙو ماستر چٽيءَ طرح ياد آهي. هو قداور هو، ۽ هنجي منهن جا هڏا نڪتل هئا. هنجو چهرو پيلو ۽ بڪايل هو. هو چيخوف جي سامهون ويٺل هو. هن ڏانهن چتائي نهاري چئي رهيو هو: ”تعليم جي زماني ۾ زندگيءَ جا تاثرات هڪ نفسياتي بار بنجي پون ٿا، جي ماحول جي معروضي تعلق جا امڪان ختم ڪري ٿا ڇڏين. مگر دنيا ان باري ۾ صرف اسان جي تصور ڪانسواءِ ٻيو ڇا آهي....“

هتي ماستر صاحب فلسفي جي سرزمين ۾ ٽپي پيو ۽ شرابيءَ وانگر ٿڙندو ٿابڙندو ٿي هليو.

”مونکي اهو ته ٻڌايو ته توهانجي ضلعي ۾ ڪهڙو ماستر

ٻارن کي ماريندو آهي؟" چيخوف شفقت سان پڇيو. ماستر کرسيءَ تان اُچلي کائي اٿي بيٺو ۽ احتجاج طور ٻئي هٿ مٺي ڪٺي چيائين "ڇا، آءٌ ٻارن کي ماريندو آهيان؟ مون ته ساري ڄمار ڪنهن تي به هٿ نه هلايو آهي." هو غصي وچان ٽڪڙو ٽڪڙو ساهه کڻڻ لڳو.

"ڏسو، توهين ايترو جوش ۾ نه اچو." چيخوف يقين پريل مرڪ سان وراڻيو "مان توهان جي ناليَ ڪونه ٿو چوان، پر مونکي ياد آهي ته مون ڪٿي اخبار ۾ پڙهيو هو ته ماستر ٻارن کي ڏاڍو ماريندو آهي، ۽ اهو توهانجي ضلعي جو ئي ذڪر هو."

ماستر ويهي رهيو. هن پيشانيءَ تان پگهر اگهيو. ناپر ۾ اچي، ٿڌو ساهه پريائين. پوءِ پنهنجي ٿلهي ۽ بيرنگ آواز ۾ جواب ڏنائين "هائو، اٿين برابر آهي. هڪ اهڙو ماستر آهي. هن جو نالو آهي ماڪاروف. پر توهان کي پتو آهي ته ان ۾ حيرت جي ڪابه ڳالهه نه آهي. اها چيز بري ضرور آهي، پر ان جو سبب پڻ سمجهي سگهو ٿا. هو پرڻيل آهي ۽ چار ٻار اٿس. زال بيمار اٿس ۽ پاڻ دق تپ جو روڳي آهي. هن جو پگهار آهي ويهه روبيا. اسڪول ڇا آهي؟ هڪ ننڍڙي قيد جي ڪوٺڙي. ماستر جي رهڻ واسطي به هڪ تنگ ۽ تاريڪ ڪمرو آهي. انهن حالتن هيٺ آسمان جي فرشتي کي به مارڻ تي دل چاهيندي، هي ته اسڪول جا ٻار آهن!"

اهو شخص جو هڪ منٽ اڳ وڏا وڏا لفظ استعمال

ڪري، فيلسوفيءَ جا نڪتا پڌائي، چيخوف ڪي متاثر ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو، سو هينئر صفا آزاديءَ سان، سادي نموني گفتگو ڪري رهيو هو. هن جا هي سليس لفظ، پٿرن جهڙا وزندار هئا. هنجي ڳالهين مان هڪ خوفناڪ تلخ حقيقت، يعني روسي ڳوٺن جي عوام جي حياتيءَ تي هڪ نهايت ڀوائتي درد انگيز روشني ٿي پئي.

* * *

اها هئي ”روسي ماستر“ جي تصوير ۱۹۱۷ع واري انقلاب کان اڳ، جا مئڪسم گورڪيءَ چٽي آهي. روس جي ماستر ساري قوم سان سات ڏنو، ۽ پنهنجن حقن حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪئي. هن وقت هنجي حالت نياري آهي. چيخوف جي خوابن کان به هن جي زندگي گهڻي بهتر بنجي چڪي آهي. هو اڄ صحيح معنيٰ ۾ قوم جو معمار آهي.

(۲۰- مي ۱۹۵۲)

# هن قصي جا ڪي ڪردار

گالينا ـ ماستڙياڻي

ميخائلو ـ ٽانگي وارو

دميتري ـ پادري

ليدوچڪا ـ پادريءَ جي وڏي ڌيءُ

انيسڪا ـ پادريءَ جي ٻي ڌيءُ

گلشڪا ـ پادريءَ جي نوڪرياڻي

ٻيڪوف ـ پادريءَ جا گهوڙا چورائيندڙ

نيڪيفور ـ وڏيرو

ڪورمويا ـ ڊاڪٽر

فيدوشڪا ـ هڪ هارياڻي

ايرمي ـ پوپو

ايپات ـ ٻيو ٽانگي وارو

گهوڙا گاڏي ڪڍن ڪوٻن ۽ سڙڪ جي وچ ۾ ايري آيل ٻوٽن ۾ ڦاسندي، لوڏا کائيندي، هيڏانهن هوڏانهن جهومندي، هلي رهي هئي. ڳاڙهي گهوڙي، جنهن جي چمڙي ڍ ڳڙڇڻ ڪري چٽا ٿي پيا هئا ۽ جنهن جي پٺي زخمي ٿيل هئي، سا پنهنجو ڪنڌ لوڏيندي، آهستي آهستي اڳتي وڌي رهي هئي.

سڙڪ جي ٻنهي پاسي وڻ ڇانگيا ويا هئا. ٻين وڻن جي پنن ۽ گونچن کي ڍڳا ڍور چهاڙي ويا هئا. انڪري پري پري تائين ڪارن، سينواريل ۽ سڪل ڏارن کانسواءِ ڪجهه به نظر نه ٿي آيو، جن جي وچ ۾ ننڍا ننڍا ٻوٽا ايري آيا هئا.

ڀورن ڪڪرن سان ڍڪيل آڪاس تي ڪنگ "چائون، چائون" ڪندا، تيزيءَ سان اڏامي رهيا هئا. انهن سان هڪڙي قسم جي چمڪ ٿي پيدا ٿي.

گالينا جون آڱريون هن جي ڦاٽل دستانن مان جهاتيون پائي رهيون هيون. هن لوڏا کائيندڙ گاڏيءَ جي ڪنهڙي کي قابو ڪري جهليو هو. هن ڏند پيڪوڙي چڊيا هئا ۽ وات زور سان بند ڪري رکيو هو. لوڏا ايترو تڪليف ڏيندڙ هئا جو هن ڪنجهيو پئي.

ميخائلو جا وار سونهري هئا. هن جي مٿي تي ڦاٽل

گرم ٽوپي هئي، جنهن جا پاسا هن جي ڪنن تائين لڙڪي رهيا هئا. هن جا جوتا وڏن جي تاندورن مان نهيل هئا ۽ انهن تي لڏ لڳل هئي. هو پاڻ به لوڏن سان گڏ جهولي رهيو هو. نيري جهنگل جي ور وڪڙ رستي تي، پري کان هن جي ٽوپي جهومندي ۽ نچندي تي نظر آئي. پر هو انهن لوڏن کان صفا بيخبر پنهنجن خيالن ۾ ٻڏل هو، يا شايد هو ڪجهه به سوچي نه رهيو هو ۽ رڳو بي‌پرواهيءَ سان لغام طرف نهاري رهيو هو، جو گهوڙيءَ جي پيچ ۾ اٽڪي پيو هو ۽ هڪ طرف کسڪي ويو هو. هن کي اهو لغام ٺيڪ طرح لڳائڻو هو.

جن ڪيتن ۽ وڻن جي سڪل ڏارن وٽان هو لنگهي رهيا هئا ۽ هي گهوناڻو ٽانگي وارو، جو هن کي تيشڻ کان وٺي اچي رهيو هو، انهن سڀني شين جو خاڪو، اول ئي گاليما جي ذهن ۾ موجود هو. هن ڪتابن ۾ پڙهي انهن شين جي جهلڪ ڏٺي هئي، هن کي اهي ٻهراڙيون به ياد هيون جتي هوءَ گرميون گذاري چڪي هئي. شايد ائين نه هو. شايد ڪتابن ۾ جو ڪجهه لکيل هو، اهو سڀ هن پوري طرح نه پڙهيو هو. شايد گرمين ۾ پڙهائڻ لاءِ وڃڻ وقت هن ريل گاڏيءَ جي ڳڙکين مان رستي جي سڀني وڻن کي غور سان نه ڏٺو هو. يا شايد انهن ڳوٺن ۾ فرق هو، جتي هن پڙهايو هو. بهرحال هن کي هتي جي هر چيز مختلف ٿي معلوم ٿي: ماڻهو، ويران ۽ خيال ۾ ٻڏل.

هو هڪ بنيءَ مان لنگهي رهيا هئا، جنهن تي چيڙا

پکڙيل هئا. ان وقت گاليٽا کي هڪ ڳوٺ ڪاري داغ وانگر نظر پيو. ڳوٺ جي چيڙي تہ هڪڙي وڏي عمارت هئي، جنهن جو رنگ زماني هٿان ڪارو ٿي چڪو هو، پر ان جي ڇت نئين ۽ سائي رنگ جي هئي. ان جي آڏو ننڍڙي باغ ۾ ليمن جي وڻن جو هڪ جهڳٽو اُڀين بيٺو هو جئن ساهيڙين جي جهرمٽ ۾ ڪنوار.

واٽ تي هڪ ڳوٺاڻو پئي ويو. هو قداور ۽ پوڙهو هو. هن جي اڇي ڏاڙهي هن جي سوٽي قميص تي ڇڇ وانگر پکڙيل هئي. هن ٽانگي واري سان خوش خيرعافيت ڪئي. هن جو آواز گهگهو هو جئن آواز جو نقل ڪندڙ ڳالهائيندا آهن. هو گاڏيءَ جي ڪنهڙي تي هٿ رکي هلندو رهيو. هن جا هٿ پيلا ۽ کهرا هئا ۽ بڪابي ڪري هن جون رڳون اڀري آيون هيون.

ميخائلو ۽ واٿهڙو پاڻ ۾ ڳالهائيندا هليا:

”هيءَ مسافر ڪير آهي؟“ واٿهڙوءَ پڇيو.

”مان پادريءَ جو سامان ڪڻي ٽيشڻ تي ويو هوس. واپسيءَ تي هن ماسترياڻيءَ کي وٺندو آيس.“ ميخائلو وراڻيو.

”خدا وڏيري جو ڀلو ڪري، اسڪول جي ڇت موچاري وجهارائي ڇڏي اٿائين.“ واٿهڙوءَ چيو.

”مهانگائيءَ جي بہ حد ٿي چڪي آهي. هن سال روٽيءَ جي قيمت ڏهہ پئسا وڌي وئي.“ ميخائلو چيو.

”پائو، اهي ڳالهيون ئي نہ پڇ!“ واٿهڙوءَ جواب ڏنو.

”رستا بہ ڪيترو نہ خراب آهن. چوواٽي تي پهچي

منهنجي گهوڙيءَ نوڪر ڪاڏي. اهڙي طرح ڪنهن ڏينهن هوءَ ختم ٿي ويندي." ميخائلو چيو.

"ميخائلو، پڌا! مان پنهنجي پٽ سان ملڻ ويو هوس. مون چاهڻ ٿي چاهيو ته هو مونکي پاڻ وٽ رهائي ٿو يا نه. هن مونکي بيٺي پير موٽائي ڇڏيو."

"هي سڀ چورا اٿين ٿي ويا آهن. سوچڻ ٿا ته ڪراڙا ته قبر ۾ پير لڙڪايو ويٺا آهن، انهن کي ڪارائڻ بيارڻ مان ڪهڙو جنس!"

ميخائلي پنهنجي ڇهبڪ سان لغام نيڪ ڪيو جو گهوڙيءَ جي پيچ ۾ ڦاسي پيو هو ۽ وري ڇهبڪ جي چيڙي سان ئي گهوڙيءَ جي ٽنگن تي لڳل لڌ رهڙڻ لڳو.

"مان هن هفتي ڪمدار وٽ ويندس. موڪري گهوٽ وٽ زمين جوٺڪرومقاطعي تي وٺڻ ٿو چاهيان." واٿهڙوءَ چيو.

"اهو جيڪو جهنگل پرسان آهي، اهو نه؟" ميخائلو پڇيو.

"ها ها، اهوئي. وڻ ۾ وڻ هڪ ايڪڙ ٿيندو، پر ڏاڍا ڏوڪڙ ٿا گهرن." واٿهڙوءَ چيو.

"چور آهن چور، يسوع مسيح جو قسم!" ميخائلو چيو.

"چورون آهن چورون!" واٿهڙوءَ ويچار ظاهر ڪيو.

گاليينا هنن جون ڳالهيون ٻڌندي رهي ۽ هنن کي عجب مان ڏسندي رهي ۽ سوچيندي رهي ته هي ماڻهو مونکي اٿين نظرانداز ڪري ڳالهيون پيا ڪن ڄڻ ته مان ڪا بيجان وٽ آهيان يا ڄڻ منهنجو ڪو وجود ئي ڪونهي.

گاليينا خوش هئي ته گاڏيءَ جا وڏا لوڏا ختم ٿي ويا

هئا. تڏهن به هوءَ ڪنهڙي کي پڪڙيو ويٺي رهي.

ڳوٺ جـي هـيءَ ڏنگي ڦڏي هڪ ئي سڙڪ، بيحد ويران هئي. هڪڙي ڪاري پوسل واري ٽڪري جي وچ ۾ ڳوٺ جو کوهه هو. ان جي چئني طرف بدڪن جو ولر ماٺ ئي ماٺ ۾ ويٺو هو. جهوپڙين جي پنهيان ديول جـا گنبذ ليئا پائي رهيا هئا.

ٽيشڻ کان هيستائين پورو رستو پار ڪرڻ کانپوءِ، گاليما، هتي جي انتهائي مايوسي ڀريل فضا ۾ گم ٿي وئي. اڳ ۾ هن ڪي اهڙو آزمودو ڪونه ٿيو هو. هيءَ فضا انهيءَ ماٺ، ويرانگي ۽ ڪنهن اهڙي لازمي مسئلي جو حصو هئي جو چئني طرف ڇانيل هو. هوءَ چپ ڪيو ويٺي رهي ۽ گاڏيءَ واري کي ڪجهه نه چيائين.

”اڙي ڏس.“ ميخائلي گهوڙيءَ کـي هلڪو چهبڪ هڻندي چيو ”مـون پنهنجي واسطي هڪ نئين ٽوپي ڳنهي آهــي.“

”چڱو چڱو، موڪلائي، خـدا ڪري خـوش رهين. اجهو اسڪول به اچي ويو.“ واڻهڙوءَ، ڪنهڙي ڏان هٿ هٿائيندي چيو.

ميخائلو گاڏيءَ تان ٽپي هيٺ لٿو. هن وچي لڪڻ سان اسڪول جـو در کڙڪايو ۽ زور سان چيو ”اڙي ڪاٺا، ٻڌين ٿو، مان ماسترياڻيءَ کي وٺي آيو آهيان. ٻڌين ٿو يا نـه!“

اسڪول جون دريون کليل هيون ۽ ماٺار هئي. گاليما

کي سنهيون سڌيون پٽيون ۽ ٻينچون نظر اچي رهيون هيون، جي گهڻي استعمال ڪري سٽيپيون ٿي چڪيون هيون. ڪٿان اونهاين مان ڪنگهڻ جو آواز آيو ۽ پوءِ ڳورن آڻجندڙ پيرن جي آهٽ ٻڌڻ ۾ آئي. ڪوهه جي چوڌاري بدڪون ڪٽرڪٽر ڪرڻ لڳيون، ڄڻ چونديون هجن ته ٻيو ته ڪير ڪونهي، اسين ئي تنهنجي آجيان ٿيون ڪريون.

هڪ پوڙهو نڪري ورانڊي ۾ آيو. هن جا ڪلها جهڪيل هئا ۽ هو ڪبڙو لڳي رهيو هو. هن جي هڪڙي اک ٽيڏي هئي ۽ هن جي ڪاڏي ٿلهي ۽ ويڪري هئي. هن پنهنجي اڪيلي اک سان نئين ايندڙ کي ڏٺو ۽ پنهنجيون ڳوريون وڪون کڻندو، چيچاٽ ڪندڙ ڏاڪڻ تان لٿو. گهوڙا گاڏيءَ مان هڪ ٽوڪري، هڪ ڳنڍ ۽ هڪ پيٽي ڪڍيائين ۽ سان ۾ اسڪول اندر کڻي ويو. هن جون ٽونٽيون هن جي ڦاٽل ڪوٽ مان ٻاهر نڪتل هيون. هيئنر هن جا ڪلها اڳ کان وڌيڪ جهڪيل لڳي رهيا هئا.

ميخائلو گهوڙي جا سنج درست ڪري رهيو هو.

گالينا گاڏيءَ ۾ ويٺي رهي. هن جا پير سرديءَ کان اهڙو سن ٿي ويا هئا جو اٿي بيهڻ ۾ هن کي ڊپ لڳي رهيو هو. اوچتو هن کي محسوس ٿيو ته هوءَ اڪيلي آهي، سڀ هن کي ڇڏي ويا آهن ۽ هوءَ هڪ بيڪار عضوو بنجي وئي آهي.

”منهنجا خدا“ گالينا سوچيو ”هيءَ ته جهنگل جي زندگي آهي....“

هن کي وات تي ڏنل سڪل ڏارن وارن وڻن وارو اداس ميدان ياد آيو.

”اڙي هتي ته جهنگل به ڪونهي!“ هن دل ۾ چيو.

اچانڪ هن پنهنجي اداسائيءَ تي سوپ پاتي ۽ ٽپ ڏئي هيٺ لٿي ۽ اسڪول اندر هلي وئي.

هتي سڀ وٿون اڻڏٺيون هيون. ڪلاس جو وڏو صفو هو، جنهن جي ڇت ڪاري تي رهي هئي. بيڊوليون ۽ بيترتيب بينچون. ڪارو بورڊ، جنهن ۾ چير پئجي ويا هئا. ان جي پرسان دنيا جو نقشو هو، جو مکين گندو ڪري ڇڏيو هو. ان نقشي تي آمريڪا جو ڏکڻ ڀاڱو ڏاڍو عجيب لڳي رهيو هو.

گالينا پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ هلي وئي. ڪوٺي ننڍي هئي ۽ ان جي ڇت اوچي هئي. دريءَ مان اهائي اڪيلي سڙڪ، ڪوهه جي چوڌاري سفيد بدڪون، ۽ ڪارين جهڳين جي پنيان ديول نظر اچي رهي هئي.

هوءَ ڪوٺيءَ جي وچ ۾، رسيءَ سان ٻڌل ٽوڪريءَ تي ويهي رهي. هن جون ٺونٺيون پنهنجن گوڏن تي رکيل هيون ۽ هنجا ٻئي هٿ ڪاڏيءَ تي هئا.

هن کي شهر ڇڏڻ، دوستن ۽ نوجوان ساٿين، جن سان اسڪول جي زماني ۾ گڏ پڙهي ۽ پلي هئي، ۽ انهن ساهيڙين کان جن وچي ڪاليجن ۾ داخلا ورتي هئي، ۽ ٿيئٽرن ۽ ڪتابن کان جدا ٿيڻ جو ڏاڍو رنج هو.

هن جي خواب خيال ۾ به اها ڳالهه نه آئي هئي ته

هڪ ڏينهن هوءَ انهن ڪوڙهه مغز ٻارن جي دماغ ۾ ا،
ب، ٻ ڦسيندي. هن وٽ نه قابليت هئي، نه تجربو ۽ نه
جوش. ڀلا هوءَ ڪيئن پڙهائي سگهندي؟

هڪ آواز، جو هڪ ئي وقت اوپرو به هو ۽ ڄاتل
سڃاتل به، هن خالي ڪوٺيءَ ۾ گونجي اٿيو...."پرتو کي
ته جيئرو رهڻو آهي".... هي هن جو پنهنجو آواز هو، جو
اندر ئي اندر گونجي رهيو هو.

هوءَ ٽپ ڏئي اٿي بيٺي. پنهنجي ڇڙي تان چارو
هٽايائين ۽ ٽوڪريءَ تي ٻڌل رسيءَ جي هڪ ڳنڍ کولڻ
لڳي، جا ڏاڍي زور سان ٻڌل هئي.

پنهنجو گهورو بوٽ سٽيندو ۽ ٿڙندو ٿاٻڙندو، ڪيڙو
هڪڙي ڪاٺ جي ميز گهليندو، ڪوٺيءَ ۾ ڪاهي آيو ۽
اچي دريءَ وٽ رکيائين. پوءِ هو ان کي هيڏانهن هوڏانهن
هٽائيندو رهيو جيستائين ميز وچ هڪ هنڌ ڄمي بيٺي.
هاڻي هڪ طرف سرڪي، هن گالينا کي ڏٺو، جا زور سان
ٻڌل ڳنڍ کولڻ ۾ جنبيل هئي. هن کي پري ڪري ۽ ڪجهه
چوڻ کانسواءِ، مٿو لوڏي، ڏندن سان ڳنڍ کولڻ لڳو.

گالينا ڳالهائي به ڇا؟ هر چيز پراڻي ۽ ڄاتل سڃاتل
ئي ته هئي. فضا ۾ هڪ اداسي ڇانيل هئي، جا مهنن کان
يا شايد سالن کان هلندي تي آئي ۽ جيون ويران ۽ غير
دلچسپ ٿي وئي هئي.

گالينا وڏي چاهه ۽ چستيءَ سان پنهنجي ڪوٺيءَ کي
ٺيڪ ٺاڪ ڪرڻ ۽ سجائڻ سينگارڻ شروع ڪيو. مورتون

۽ فوٽا پٽين تي رکي ڀِرين ڏنائين ته ڪٿي ٽا سنا لڳن، پوءِ انهن کي اتي لڳايائين. ڪتاب ميز تي ترتيب سان رکيائين، تختن تي پنهنجيون اهي ننڍيون ننڍيون شيون سجايائين، جن کي هوءَ پنهنجي گم ٿيل جيون جو يادگار سمجهي، ساهه سان سانڍيندي هئي.

ڪجهه وري آيو. هن پيري هڪ سينواريل ساڳو ننڍو سماوار آندو هئائين، جنهن ۾ زور سان پاڻي اٻامي رهيو هو. ان مان ٺهڪڻ جو آواز اچي رهيو هو ۽ ٻاڦ جا ڪڪر نڪري رهيا هئا. هن آهستگيءَ سان اهو ميز تي رکيو. گالينا دريءَ مان ڏٺو ته ڏڳا ڍور لنگهي رهيا هئا ۽ ڌوڙ جا بادل پيدا ڪندا ٿي ويا.

گالينا کي عجب لڳو ته هن سماوار گهريو ته ڪونه هو.

”ڇا تون چوڪيدار آهين؟“ هن پڇيو.

”ها، سائڻ!“ هن بيدليءَ سان وراڻيو.

”تنهنجو نالو ڇا آهي؟“

”واسيلي“

ڪونيءَ ۾ هڪدم وڻندڙ ۽ دوستاڻو واڻيومنڊل پيدا ٿي ويو.

(٢)

ڀرِيان ڪجهه ڏينهن جڳهه جي چاڙ سڃاڻ حاصل ڪرڻ ۾ گذري ويا. هن کي ڪاڏي پيتي جو سيڌو سامان

خريد ڪرڻو هو.

جنهن ڏينهن ڳالهيون هتي پهتيون هيون، ان ڏينهن سانجهيءَ جو هوءَ ڳوٺ جي پادريءَ سان گڏجڻ وئي.

رستي ۾ جيڪي عورتون هن کي اَمهون سامهون ٿيون، تن سان ڪن جهڪي هن کي ڪيڪار ڪئي. هو سمجهي ويون هيون ته هيءَ ماستر ياڏي آهي. پيون ضاعفون هن جي پاسي کان لنگهي ويون، پر پوءِ پوئتي مڙي، هن کي ڏسڻ لڳيون. سا ڳي روش مردن به ڏيکاري. ڪن ته پنهنجيون ٽوپيون لاهي، ماستر ياڏيءَ کي ڪيڪاريو. ڪن ان ڳالهه جي پرواهه نه ڪئي. ڇوڪرين پنهنجيون نگاهون جهڪائي رکيون، پر جڏهن هوءَ اڳيرو وڌي ته ٻيهي هن کي ڏسڻ لڳيون.

نئين ديول ڪجهه اوچائيءَ تي هئي. ان جا گنبذ، جن کي تازو تازو رنگ ڏنو ويو هو، سي آسمان سان ڳالهيون ڪري رهيا هئا.

پادريءَ جو گهر، هڪڙي ڪشادي اڱڻ جي اندر جهڳين جي قطار پٺيان هو. گهر وٽ باغ، واڙو ۽ طنبيلو هئا. طنبيلي جي پرسان پاڻ جو ڍير هو. ان ڍير مان ڪرنڊڙ هڪ وارن وارو مٿو ۽ ڪاري ڏاڙهي ڏيکائي ڏئي رهيا هئا.

پاڻ جي ڍير جي سامهون هڪ ٻيو ڪاري ڏاڙهيءَ وارو شخص بيٺو هو، جو پادري پاڻ هو. هن جو قد ڊگهو هو ۽ هن ڊگهو جامو پهري رکيو هو. هن جي وڏيل وارن جي چوٽي، هن جي پٺيءَ تي لڙڪي رهي هئي. هن جي

ٿلهي آواز کان ڊڄي، پاڻ مان چڳندڙ ڪڪڙيون خبردار ٿي چون چون ڪرڻ لڳيون هيون.

گالينا ڏٺو ته پادري، پاڻ مان نڪتل سسيءَ کي چئي رهيو هو: ”نيٺ تون هتي ڇا ڪري رهيو آهين؟ ڇا هي پاڻ مون تو واسطي تيار ڪيو هو؟ ٻين جي ملڪيت تي قبضو ڄمائڻ جو توکي ڪهڙو حق آهي؟ اهڙي طرح ويٺو آهين ڄڻ ته هي تنهنجي پيءُ جو گهر آهي! اڙي، هيءَ ته چوريءَ کان به وڌيڪ خراب ڳالهه آهي، جنهن رات جو چور گهر ۾ گهڙي اچي. چورن کان برو ڪوئي نه هوندو آهي ۽ خدا هنن تي عذاب نازل ڪندو آهي. توکي هن حرڪت ڪري عدالت ۾ پيش ڪري سگهجي ٿو. ان کانسواءِ خدا جي اڳيو به تون ڏوهي آهين....“

”پاڪ سائين!“ ان سسيءَ پنهنجي ڪاري ڏاڙهي پادريءَ طرف ڦيرائي، پريل آواز ۾ چيو ”پاڪ سائين! مون کان گناه ٿي ويو. مون وڏي خطا ڪئي آهي، منهنجو قلب ڪارو ٿي ويو آهي. پاڪ سائين! مان توهانجي تمام گهڻي عزت ڪريان ٿو، بيحد گهڻي عزت.... پر سور ايترو سخت هوم جو مان اٿي ويهي به نه ٿي سگهيس. ان جو صرف هڪڙو ئي علاج هو ’پاڻ ۾ وهنجڻ‘. ۽ منهنجي هڪڙي گهوڙي جي لڏ ڪافي نه هئي. انڪري مون سوچيو ته توهان وٽ ٿي گهوڙا آهن، جن جي لڏ جو توهان وٽ وڏو ڍير آهي ۽ جي مان پاڻ کي ان ۾ ڪجهه وقت لاءِ پوريندس ته توهانجو ڪوئي نقصان نه ٿيندو ۽ منهنجو ڀلو ٿي پوندو...“

”تـو مون کان پڇڻ بنا اها جرئت ڪيئن ڪئي؟“ پادريءَ جو پارو اچا چڙهيل هو.

پاڻ مان نڪتل سسيءَ ۾ چرپر ٿي. ڪجهي مٿي ايري. پاڻ هيڏانهن هوڏانهن هلڻ لڳو ۽ پوءِ گهاٽا ڳاڙها ڪلها، ٻانهون ۽ نيٺ هڪ شخص جو پورو اگهاڙو جسم نظر آيو. اهڙو ڳاڙهو ڄڻ هينئر هينئر ٻاڦ سان وهنجي نڪتو آهي. هو پنهنجا ڪهرا هٿ جوڙي، پادريءَ جي سامهون جهڪيو ۽ ڏاڍي نيزاريءَ سان چيائين:

”مان بيحد شرمندو آهيان، پاڪ سائين! منهنجي لاءِ دعا ڪيو!“

گاليينا ٻڪي گهر اندر گهڙي وئي.

ننڍي اوطاقي صفي ۾ ململ جا پردا لڳل هئا، ۽ درين تي گلدان رکيل هئا. پٿين تي تصويرون ۽ فوٽا ٽنگيل هئا، ۽ هڪ پاسي کان ستار پئي لڙڪي. ڪوچ ۽ پوش سان ڍڪيل هڪ گول ميز هئي. فونـو به پيو هو، جنهن جو ٽوتارو ڇپو ٿي ويو هو. پر واري ڪونيءَ مان ٻارن جي ڪيڏڻ، ٽهڪن ۽ گوڙ جا آواز اچي رهيا هئا.

پادريءَ جي زال، جا انون ٻار ڄڻڻ ڪانپوءِ ڪافي ٿلهي ٿي وئي هئي، تنهن گاليينا جي گرمجوشيءَ سان آجيان ڪئي. هـن جو رنگ اڇو ۽ اکيون ڪاريون سهڻيون هيون.

گاليينا کي ڏسندي هن چيو”اچ، اندر اچ، تنهنجي اچڻ ڪري اسانکي ڏاڍي خوشي ٿي. نون ماڻهن سان ملي، اسان کي سدائين سرهائي ٿيندي آهي. پادري بـه اجهو ٿو اچي.

هتي ڏاڍو سناڻو رهندو آهي ۽ تون ته اڃا ننڍي نيٽي آهين، گالينا! توکي جيڪڏهن مان ائين سڏيان ته توکي خراب ته نه لڳندو. ٺيڪ آهي نه..! بهرحال تنهنجي پيٽ ۾ مان بزرگ آهيان.“

پنهنجي ڌيءُ کي سڏي چيائين ”او ليدوچڪا! وڃي پنهنجي ڀيڻ کي ڪوٺي اچ.“

وري گالينا ڏي منهن ڪري چوڻ لڳي ”هيءَ منهنجي وڏي ۾ وڏي ڌيءُ آهي. هن کي پيرت پيرڻ جو ڏاڍو شوق آهي. هن کي هڏن جي سلهه جي بيماري آهي، گوڏن جي هڏن جي. ويچاريءَ جي قسمت خراب نڪتي.“

وڏيون وڏيون گهريون نيريون ۽ ڪجهه تلاش ڪندڙ اکيون، جن ۾ ٻالڪپڻ جي ڪجهه به جهلڪ نه هئي، گالينا ڏانهن ڪجي ويون. انهن ۾ به هن جي سنهي، سڪل ۽ پيلي ڇهري وانگر پيڙا پڌريل هئي. ماءُ پيار سان هنجي مٿي تي چمي ڏني ۽ هوءَ ٻاهر هلي وئي. هوءَ هڪڙي پير سان منڊڪائي رهي هئي. هن جي خوبصورت وارن جي هڪ ننڍڙي چوٽي، هنجي پٺيءَ تي لڏي رهي هئي، جنهن ۾ ماءُ محبت سان گلابي ربين ٻڌي ڇڏي هئي.

ان وچ ۾ هن ٻي ڌيءُ کي سڏي چيو ”انيسڪا، ڪڪي کي پينگهي مان ڪڍيس. ٻڌين ڪونه ٿي هو ٻوڪڙ ڪري رهيو آهي.“

ٻي ڪوٺيءَ مان آواز آيو ”اما، هن ته پيشاب ڪيو آهي.“

”چڱو، ته پوءِ ڪپڙا مٽائي ڇڏينس.“ پادريءَ جي

زال چيو.

انيسڪا اٽڪل چوڏهن سالن جي ڇوڪري هئي. هن جي منهن تي ڇايون هيون. هوءَ ٻار ڪي هٿن ۾ اڏنگي نموني جهلي، در جي اڌ کليل طاق مان جهاتي پائي رهي هئي.

گاليناکي پادريءَ جي زال چوڻ شروع ڪيو، ”هن وقت پادري ڏاڍي غصي ۾ آهي. اهو شخص، جيڪو ٻاهر ۾ ويٺو آهي... گالينا، ڏس، ڪنهن کي ٻڌائجان نه ...“ هٿ ۾ ٻهچي هن پنهنجو آواز جهيڻو ڪري ڇڏيو، ”اسانکي هن تي اعتبار هو. اسان هنکي اهڙو نيڪ ماڻهو سمجهندا هئاسون جو پادري جي عزت ڪندو هجي. جڏهن به هو اسان وٽ ايندو هو ته اسين هن کي چانهه پيارينداهئاسين. وڏن ڏڻن جي موقعي تي پادري دميتري هن کي مدد جو هڪ گلاس پيش ڪندو هو. پر ڏس گالينا، ڪنهن کي ٻڌائجان نه، ڪنهن کي به نه، ڇو ته ان جو واسطو ”گناه ٻاسڻ“ (Confession) جي راز رکڻ سان آهي. توکي ته خبر آهي ته پادريءَ جو جبو پهري، ماڻهو ذميوار بڻجي ٿو وڃي.... ها، ته اسان وٽ تي تمام ڀلا گهوڙا هئا. اتفاق سان اسانکي ملي ويا ۽ اسان خريد ڪيا. ڏاڍا سهڻا گهوڙا هئا ۽ پادري دميتريءَ کي گهوڙن جو ڏاڍو شوق آهي. هڪ صبح جو اسين اٿياسين ته ڏٺوسين ته طنبيلي جو تالو ڀڳو پيو هو، دروازو کليل هو ۽ گهوڙا غائب هئا. تون سمجهي سگهين ٿي ته اسان جون دليون ٻيهي ويون. پادري روئڻ لڳو. پوءِ مان به رنيس. مون هن کي چيو ته توکي گهوڙا مون کان

وڏيڪ پيارا آهن. ان تي هن کي چڙ اچي وئي ۽ اسان جي پاڻ ۾ تون تون، مان مان ٿي.... اسان گهوڙن جي هر جڳهه ڳولا ڪئي، پوليس کي انعام ڏيڻ جو انجام ڪيو ۽ حد ته هيءَ ٿي جو مون اهو گناهه به ڪيو جو قسمت جو حال ٻڌائڻ واري نجوميءَ وٽ ويس."

وچ ۾ پادريءَ جي زال آواز ڏنو "گاشڪا! تو روٽي تنور ۾ رکي؟"

گهر جي اندر رڌڻي جي بوءِ سان گڏ، پري کان جواب آيو "بس رکڻ پئي وڃان."

"چڱو چڱو، جلد ڪر." پادريءَ جي زال چيو.

هن پنهنجي ڪٿا جاري رکندي، گاليما کي ٻڌايو "ها، ته گهوڙا اسانجي هٿن مان ويندا رهيا. اها گذريل سال جي ڳالهه آهي. خبر اٿئي هن سال ڇا ٿيو؟ پاڪ هفتي ۾ اهو بيڪوف "گناهه ٻاسڻ" لاءِ آيو ۽ چوڻ لڳو: 'پاڪ سائين! مون کان گناهه ٿي ويو آهي، منهنجو روح گناهه کان پاڪ ڪريو. مون ئي توهان جا ٽيئي گهوڙا چورايا هئا، منهنجو گناهه ....' پادريءَ کي اهڙي پنواٽي اچي وئي جو هن لاءِ بيٺو رهڻ مشڪل ٿي پيو. هن جلدي صليب جو نشان بنائي، هن جي گناهه بخشش جي دعا گهري.... ۽ ڪاوڙ ۾ باهه ٿي مون وٽ آيو ۽ اچي مونکي ٻڌايائين. مان هٿ مهٽيندي رهجي ويس. ماڻهن جا حال ته ڏسو!"

"توهان پوليس کي اطلاع ڪيو ها." گاليما چيو.

"اسان اهو ڪيئن ٿي ڪري سگهياسين؟ "گناهه ٻاسڻ"

۽ ڪجهه هوندو آهي. بس سمجهه ته اهائي ڳالهه آهي جا دستوفسڪيءَ چئي آهي ته اسانکي هي ڪجهه پاڻ تائين رکڻ گهرجي. اهو اسانکي ڏکيو ته ڏاڍو ٿو لڳي، پر اسانکي راز پڌرو ڪرڻ نه کپي. جيڪڏهن اسان هڪڙو اکر چونداسين ته سڄي ڳوٺ ۾ اها ڳالهه پکڙجي ويندي ته پادري دميتري "گناه باسڻ" جو ڪجهه پڌرو ٿو ڪري ڇڏي. ان ڪري اسين ان مامري جي باري ۾ ماٺ رهياسين، ۽ اڄ هي اسانجي پاڻ ۾ گهڙي ويو آهي." پادريءَ جي زال قصو پورو ڪندي چيو.

هن وري ڌيءَ کي سڏي چيو "انيسڪا! ڪکي کي اڱڻ ۾ ڪٺي وڃ، ۽ تون ئي پيءُ کي وٺي اچ."

ايتري ۾ پادري پهچي ويو.

پادري، ڳوريون وکون رکندو، در ڪان اندر لنگهڻ لاءِ ٿورو جهڪي، صفي ۾ گهڙيو ۽ گالينا سان جهٽ پٽ اهڙي گرمجوشيءَ سان مليو جڻ ته هن جو پراڻو چاڙو سڃاڻو هو. هن گالينا جا ننڍڙا هٿ پنهنجن وڏن سگهارن هٿن ۾ وٺي زور سان دٻايا.

هو ٿلهو متارو ۽ نساهوڪو هو. ڪاري ڏاڙهيءَ جي دائري ۾، اس ۾ تتل ڳلن تي اهڙو صحتمند رنگ جهلڪي رهيو هو، جو هن جي بدن تي ڍڪيل جامو عجيب لڳي رهيو هو.

"بيگم، چانهه گهراءِ!" هن زال کي چيو.

"ها، اچي ٿي." زال پنهنجي مڙس کي جواب ڏنو ۽

رڊڻي طرف منهن ڪري زور سان چيائين ”اڙي او گاشڪا، اڃا گهڻي دير لڳندي؟“
”سائين، اڃان پئي.“ گاشڪا جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو.
پادري، گاليئنا ڏي مهڙ ڪري چوڻ لڳو ”چڱو، هاڻي اسانکي شهر جون خبرون ٻڌاءِ. هتي صفا سناٽو لڳو پيو آهي. مونکي ياد آهي ته مان جڏهن شاگرد هوس.... پوري طرح شاگرد ته نه هوس، پر مذهبي مدرسي ۾ پڙهندو هوس....“
”دميتري....“ وچ ۾ ئي هنجي زال چوڻ شروع ڪيو. هن کي به اهو زمانو ياد اچي ويو ”دميتري يونيورسٽيءَ جا خواب ڏسندو هو. شروعاتي سالن ۾ هروقت يونيورسٽيءَ ۾ داخلا وٺڻ لاءِ پڙهندو رهندو هو ۽ پادريءَ واري جامي تان هٿ کڻڻ لاءِ تيار هو. مونکي ته اهو جامو ڏٺو ته وڻندو هو، اصل زهر لڳندو هو. جڏهن منهنجي هن سان شادي ٿي ته مان اسڪول ۾ پڙهندي هئس. پوءِ اسين هتي اچي رهڻ لڳاسين. پر هن هنڌ رهياسين اهڙي نموني، چڻ اسانکي وقتي طور رهڻو هو. مان سوچيندي هئس ته ڪنهن به گهڙيءَ اسين هتان هليا وينداسين، اسان ڪونه ڪو بندوبست ڪري وٺنداسين ۽ هو يونيورسٽي هليو ويندو ۽ هڪ نئين جيون شروع ٿي ويندي. پر گذراني حالتن ساٿ نه ڏنو ۽ انتظار، انتظار ٿي رهيو. هاڻي ته اٺ ٻار ٿي ويا آهن ۽ ڏسجي ٿو ته انهن جي پرورش هتي ئي ڪرڻي پوندي.“
گاشڪا آئي ته پادريءَ جي زال چيو ”هيڏانهن رک

چانهه.... اڙي بي‌افعالي ڪئي جي، وري ميزپوش ۾ اٽڪي پئين ٿي...."

گاشڪا هنن جي نوڪريائي هئي. هوءَ تندرست ڇوڪري هئي. هن جا پيريل ڳٺا اهڙا سوٽ هئا، جو انهن ۾ ڇهنبڙي پائڻ مشڪل هو. هنجي اپريل ارهن تي هڪڙو اڻ نهڪندڙ شهري بلائوز پهريل هو. وڏين وڏين گهوريندڙ اکين ۽ منهن تي مرڪن جو ريج هو. هن اهو ميزپوش ريڙهيو، جو هنجي بٽڻ ۾ اٽڪي پيو هو ۽ ميز تـان صفا لهي ويو هو، ۽ اهو ميز تي وري وڇائڻ لاءِ چانهه جو خونچو (Tray) پٽ تي رکيائين.

"تنهنجو دماغ ته خراب ڪونه ٿي ويـو آهي، خونچو مٿي کڻ!" پادريءَ جي زال زور سان ڪاوڙ مان چيو.

خوف کان گاشڪا کي ڏڪڻي وٺي وئي هئي ۽ ٿڪائيءَ واري مرڪ، هنجي ڪنن تائين پکڙجي وئي هئي. هن خونچو مٿي کنيو ۽ مالڪيائيءَ منهن ۾ سونڊ وجهي وري ميزپوش وڇايو.

"تون ملائي وجهندينءَ، گالينا؟ هتي ته نوڪرن جي وڏي مصيبت آهي. ڏٺئي نـه هن چنبيءَ کي؟ هتي نوڪر هر چيز جي پيچ ڏاه ۽ ستيا ناس ڪيو ڇڏين، ڪجهه پچائي نه ڄاڻن.... ۽ اهڙا بي‌افعالا...." پادريءَ جي زال چيو.

"بس، جهڙا مالڪ مڇ!" پادريءَ وچ ۾ چئي ڏنو.

"ڪالهه مان هڪ لذيذ ڪيڪ بنائڻ واسطي صوف ڪٽي رهي هيس ته پارن جي‌ڪري ٿوري دير لاءِ مونکي

اتان وچڙو پيو. واپس آيس ته ڪاشگا اڌ صوف ڪائي چڪي هئي. منيون پيري پيري وڏا وڏا ڦڪا ٽي وات ۾ وڌائين...."

"اهو ڪوڙ آهي!...." در جي پٺيان هڪ زوردار آواز آيو ۽ ان جي گونج سڄي صفي کي پيري ڇڏيو "مان اهو بينچ تي رکيو هو ۽ ڪتو اندر اچي ويو ۽ اهو ڪائي ويو."

هڪ پل واسطي پگهر سان شل پـريل چهرو ۽ ڊنل سجيل سجيل اکيون دروازي مان ظاهر ٿيون.

"تون صفا پـاڳل آهين، هلي وڃ رڌڻي ۾!" پادريءَ جي زال دڙڪو ڏيندي چيو.

سڀ چانهه پيڻ لڳا. مون تي اهڙن ڪيڪن جو ڏيک رکيو ويـو هو، جي وات ۾ وجهڻ سان ڳري ويندا آهن. اهي مالڪيائيءَ پاڻ پچايا هئا.

هڪ ٻئي پٺيان ۽ قد بت جي لحاظ کان ٻار ايندا ويا ۽ ماءُ پيءُ کي چوڌاري گهيرو ڪري بيٺا. هنن جون اکيون انهيءَ ٿالهيءَ تي هيون، جنهن ۾ شهر جا نهيل بسڪوٽ ترتيب سان رکيا ويا هئا.

پادري ۽ هنجي زال، گالينا کان شهر بابت ڪجھ ڳالهيون پڇي رهيا هئا، پر هن جو جواب نـه ٻڌي رهيا هئا. هر هر هن جي ڳالهه ڪاٽـي، پنهنجا سور سليندا رهيا. هنن جي شڪايت هئي ته ماڻهن ۾ اڳين عقيدتمندي ڪانه رهي هئي ۽ ڪوڙ عيسائي ته اهڙن پست خيالن جا ٿي ويا هئا جو هنن کي ماري ۽ ٻڌي به ديول ۾ آڻي نه ٿو سگهجي. پڌرو آهي ته اهڙن ماڻهن مان آمدني صفا سمنڊ مان ڦڙي وانگر هئي.

عامطور اهڙي طرح نذرانو گڏ ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ۽ اڻوڻندڙ ڪم هو. ان ڪان هزار ڀيرا بهتر ٿيندو ته پادرين کي پگهار ملي.... ماڻهو ديول جي باغ جو لوڙهو پٽي، اتان صوف چورائڻ ڪان نه ٿا مڙن ۽ ديول جي چراگاهه ۾ به هڪ ايڪڙ گاهه لڻڻ جو اوتـرو ئي اجورو وٺن ٿا، جيترو ٻئي هنڌ تان.

ماءُ هر ٻار کي هڪ هڪ بسڪوٽ ڏنو، جنهن تي هو خوش ٿي، قطار ٻڌي ٻاهر نڪري ويا. سوٽ مان قميص نڪري اچڻ ڪري، سڀ ڪان ننڍي ٻار جي پٺيان چڻ اچو پيچ لڙڪي رهيو هو.

گالينا سوچڻ لڳي ته هي آهي ٽوڙ هنن جو، هي ماڻهو ڪڏهن به هتان نه ويندا.

ماءُ مڙني ٻارن کي سمهاري ڇڏيو، فقط ليدوچڪا وڃي رهي، جا ميز وٽ ويٺي پنهنجين وڏين وڏين خيالن ڀريل اکين سان هر شيءِ کي ڏسندي ٿي رهي.

هنن ٻنهي ڪانهه ٻاري ۽ شفق جيسوجهري ۾ ويٺا رهيا. ڪليل دريءَ تي گلن جي ٻوٽن وچان سڙڪ، گهر ۽ شام اونداهي روشنيءَ ۾، بي‌ترتيبيءَ سان پکڙيل ڪارين ڇتين جو هڪ ميرانجهڙو ڏيک سامهون هو. ان سانت ۽ سنسانيءَ ۾ ڪڏهن ڪنهن ڪتي جي ڀؤنڪڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ ٿي آيو. پر ڪتي نينگريون ڳائي رهيون هيون ۽ دوريءَ ان آواز کي اڃا به مٺڙو ٿي بڻايو.

”نـون ڪتابن ۾ ڇا لکيل آهي؟“ پادريءَ پنهنجي

ڪڙڪ چانهه جو ڍُڪ پيئندي پڇيو ”مونکي ياد آهي ته مذهبي مدرسي ۾ ڪتابي جڏهن ”روسڪوئي“ اخبار جون ڪاپيون آڻيندا هئا، ۽ اها اخبار اسانکي پڙهڻ جي سخت منع هئي ، مان بورڊنگ هائوس ۾ رهندو هوس، اسين رات جو بسترن تي هليا ويندا هئاسين ۽ هائوس ماستر پادري چڪر ڏئي ويندو هو ۽ صفا سانت ٿي ويندي هئي ته اسين ميڻ بتي ٻاري، ان جي چوڌاري دائرو بنائي ڪرسين تي وهندا هئاسين. پوءِ اهي اخبارون پڙهندا هئاسين ۽ گرما گرم بحث مباحثو شروع ٿي ويندو هو. اسين پاڻ وارڻ جيعالم ۾ اهڙو هنگامون ڪندا هئاسين، جو مُردا به جاڳي پون . پڌرو آهي ته پڪڙجي پوندا هئاسين ته وڏي مصيبت ٿيندي هئي. ان زماني ۾ اسانکي سخت سزائون ملنديون هيون.“

”گالينا، تون ته ڪجهه کونه ٿي کائين. ٿورو مائو کاءُ، ڪڻ نه!“ پادريءَ جي زال گالينا کي چيو.

”ليدوچڪا، تون ٿڪجي پئي آهين توکي هاڻي سمهڻ گهرجي.“ هن پنهنجي ڌيءَ کي چيو.

”نه، اما، مان توهان سان ويٺي آهيان.“ چوڪريءَ وراڻيو ۽ هن جون اکيون شفق جي سوجهري ۾ ٻهرين ڪان وڌيڪ وڏيون محسوس ٿيڻ لڳيون، جڻ ته ماءُ پيءُ جي اڻ چاتل ماضيءَ کي پاڻ ڏسڻ جي ڪوشش ڪندي هجي.

سماوار ذري گهٽ وسامي چڪو هو، پر اچانڪ هڪ ڀيرو وري اهو اداس آواز ۾ جهونگارڻ لڳو . ان تي ماءُ ٻيچين ٿي چيو ”ڍڪڻ ڪٿي آهي؟ ڍڪڻ ڪٿي آهي؟“

جڏهن اهو ڏيڪڻ سان بند ڪيائين ۽ سماوار جي جهونگار ختم ٿي وئي ته هن چيو "هي چڱو سوڻ نه آهي!"

"ڇا مثلن ڪان ڏجهن ٿي يا ڪنهن ٻي شي کان؟"

پادريءَ چيو.

"مثل هجن يا جڻ ـ تو کي انهن جو مذاق اڏائڻ نه کپي. مونکي تنهنجي هلڪڙائي پسند ناهي" هوءَ تاءَ ۾ اچي وئي هئي "پادري، تون سدائين احمقپائي جون ڳالهيون ڪندو آهين...." وري رڌڻي طرف مهڙ ڪري زور سان چيائين "ڪافي اوندهه ٿي وئي آهي، بتي ٻاريو...."

"نه، اڃا بتي نه ٻاريو." پادريءَ چيو. هو اٿيو ۽ پيت تان ستار لاهي، ڪوچ تي ويهي ان جون تارون ملائڻ لڳو.

"ڳهٽ ۾ ڳهٽ پنهنجي پيشانيءَ تي صليب جو نشان ته بناءِ" هنجي زال چيو ۽ ميز تان چانهه جو سامان کڻڻ لڳي.

پادريءَ کنگهڪار ڪئي، ستار ڇيڙي ۽ ڳائڻ لڳو:

وڏڙن ماڻرين جي وچ ۾،

پهاڙ جي بلندين تي،

هڪ چست سپاهيءَ وانگر....

هيناهين ڇت وارو ڪمرو هنجي سريلي آواز سان گونجڻ لڳو، جو اوچو سُرُ هوندي به مٺڙو ۽ ڪجهه اداس هو. هن پراڻي ۽ وساريل گيت ۾ هڪ دل کي ڇهندڙ معصوميت ۽ ڪنهن ياد يا پڇتاءَ جو وڻندڙ درد هو. شايد پادري، پنهنجي اوچي آواز جو لحاظ ڪندي، هلڪي سُرَ ۾ ڳائي رهيو هو جئن صندل جي سرهاڻ سان ڀرپور هن ننڍڙي ڪمري

۾، جتي هنجي جواني گذري وئي هئي ۽ اميدن تي پاڻي ڦري ويو هو، هن جو آواز سمائجي سگهي.

شام جي ڊنڊ ۾ هنجي زال جو چهرو نظر نه ٿي آيو. هوءَ سماوار جي پرسان، پنهنجي ڌيءُ ليدوچڪاڪي لپيٽيو ويٺي هئي. هن جو وڏو ۽ بي ڍنگو خاڪو ائين لڳي رهيو هو ڄڻ هوءَ ٽڪجي پئي هئي يا ٻنا چرپر ڪجهه سوچي رهي هئي.

ڪالينا دل ۾ چيو ته مون سان ائين هرگز نه ٿيندو، جيتوڻيڪ خود کيس خبر نه هئي ته ”ائين“ مان سندس مطلب ڇا هو.

پادري وري ستار تي ڳائڻ لڳو.

هينئر هو پهراڙيءَ جو پادري نه هو، پر هو شفق جي سوجهري ۽ مذهبي مدرسي جي اهڙي ڪتابن جو ڊنڊلو خاڪو محسوس ٿي رهيو هو، جو يونيورسٽيءَ ۾ داخلا وٺڻ جي تياري ڪري رهيو هجي.

”بس ڪافي آهي!“ هنجي زال بيزاريءَ واري لهجي ۾ چيو. هن جي معمولي پر مضبوط لهجي ۾ ايترو زور هو جو ڳائڻ واري جو آواز ان ۾ ٻڏي ويو، ”هيءَ ٻتي ٻارڻ جي ويل آهي. ڏسو ڪيتري نه اونده ٿي وئي آهي. هي ڪڏهن به نه ڳائيندو آهي ۽ اڄ ڳائڻ ويٺو آهي ته ساهي ئي نه ٿو ڪٽي. صبح جو سوير هن کي پر واري ڳوٺ ۾ پيسا جمع ڪرائڻا آهن.“

ٻتي ٻاري وئي ۽ صفي ۾ اداس روشني ڦهلجي وئي.

ليدوچڪا، پنهنجي وڏين وڏين اکين سان پيءُ ڪــي حيرت مان تڪي رهي هئي. پادريءَ جو ڪارو جبو ڏاڍو عجيب ۽ بيڊولو لڳي رهيو هو. هن ستار ديوار تي ٽنگي ۽ چوڪريءَ جــي مٿي تــي پيار سان هٿ ڦيري چيائين ”وڃ، ليدوڪا وڃي سمهه!“

ڳالينا ويران سڙڪ تان گهر موٽي رهــي هئي. ڳوٺ ٻاهران ڪتا ڀؤنڪي رهيا هئا. ڪاٻي پاسي سنسان جهوپڙين، تارن ڀريل آسمان کي نظرن کان لڪائي ڇڏيو هو. هوءَ سوچڻ لڳي ته پادري توڙي سندس زال ٻئي ڀلا ماڻهو آهن. پادريءَ جون اکيون صفا ڪاريون آهــن ۽ زال مٺڙڪ ڳالهين پڙهيل آهي... هي سڀئي ڳالهيون ڪيتريون نه عجيب آهن! پوءِ هن ۾ خيالن جــي چڪتاڻ پيدا ٿيڻ لڳي. خبر ناهي ڇو هتي اچڻ کان اڳ ڳوٺ جي پادري، هن جي زال، سفيد بدڪن ۽ ڳوٺ جي سڙڪ جي باري ۾ هن جا خيال ٻيا هئا.

(٣)

صبح جــو سوير ئي اسڪول ضاعفن، مــردن ۽ ٻارن سان ڏٽيل ڏسڻ ۾ آيو. وراندي ۾ پڻ پيڙ هئي ۽ درين هيٺان ٻه ماڻهن جــي آوازن جو گوڙ ٻڌجي رهيو هو. دريون کليل هيون ٽڏهن بــه ڪشادي ڪلاس ۾ ابس هئي. عورتن جا ڳل ٽماٽي جهڙا ٿي ويا هئا ۽ هو گهڙيءَ گهڙيءَ رومال

سان اڳهي رهيون هيون. مردن جي نڪن تي پگهر چمڪي رهيو هو ۽ هو پنهنجن آلن وارن کي کنهي رهيا هئا.

”مهرباني ڪري منهنجي مٿان نه چڙهو، اهڙي طرح مان لکي ڪين سگهنديس.“ گالينا بار بار چوندي رهي.

هوءَ ميز جي وچ ۾ اهڙو گهيريل هئي جو هن جو نظر اچڻ ئي مشڪل هو. هوءَ ٽڪل ۽ ٿلهي، ميز وٽ ويهي، رجسٽر ۾ ٻارن جو تفصيل لکي رهي هئي: نالو؟ ذات؟ عمر؟

هڪڙي عورت، جنهن جو منهن گهوڙي جهڙو هو، پنهنجي ننڍي ٻار کي ميز ڏانهن ڌڪيندي ٿي رهي. ڳالهائڻ وقت هن هر لفظ تي پنهنجو ڪنڌ ائين ٿي لوڏيو، جيئن ڪانءُ ڪا چيز چڳڻ وقت ڪندو آهي. هن هر ڳالهه پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪرائڻ ٿي چاهي.

”هن ٻار جو نالو؟“ ماستريائيءَ پڇيو.

”فيليمونڪا. هي ڏاڍو شرير آهي ۽ پاڙيسرين جي زندگي عذاب بنائي ڇڏي اٿائين.“ ان عورت جواب ڏنو.

”عمر؟“

”هي ڇهن سالن جو آهي. مونکي مڙس ڪونهي. مان رن زال آهيان. ڏاڍي لاچار آهيان. هي ڏينهن جو اسڪول ۾ رهندو ته منهنجو ڏينهن به چڱو گذرندو. گهر ۾ مونکي هر وقت هن تي نگاهه رکڻي پوي ٿي.“ ان عورت چيو.

”اسڪول ۾ ٻار پڙهڻ لاءِ موڪليا ويندا آهن ۽ نه سنڀالڻ لاءِ، هيءُ ننڍو آهي ۽ هن کي داخلا ملي نه ٿي سگهي.

هي ته اجا ستن سالن جو به ڪونه ٿيو آهي." ماستريائيءَ چيو.

عورت وري ڪانءَ وانگر ڪنڌ لوڏڻ شروع ڪيو. هن جو نڪ به ڪانءَ جي چهنب جهڙو هو ۽ گرميءَ هوندي به لوئيءَ ۾ ويڙهيل هن جو مٿو به ڪانءَ وانگر پئي لڳو.

"تون ڇا پئي چوين؟ پوءِ مان پلا ڇا ڪريان؟ وڏن پٽن کي هن جي سنڀال واسطي سيڙايان! وڏا ڇوڪرا ته ڪارائتا ٿيندا آهن، هو گهوڙن کي سنڀالي سگهن ٿا ۽ ٻنيءَ ۾ به ڪم ڪري سگهن ٿا. گهر ۾ به ڪوڙ ڪم هوندو آهي، وڏن ڇوڪرن جي ته اسانکي ضرورت آهي." عورت چيو.

"مونکي جيڪي چوڻو هو سو چئي چڪس. هاڻي اهو بحث بيڪار آهي. قاعدي موجب ستن سالن کان گهٽ عمر واري ٻار کي داخلا ملي نه ٿي سگهي ۽ تنهنجي فيليمون جي عمر فقط ڇهه سال آهي." ماستريائيءَ چيو.

"چڱو، چڱو .. " عورت ٻڙ ٻڙ ڪئي.

"هاڻي ٻئي کي وارو ڏي!" ماستريائيءَ چيو.

پر عورت هٽي ڪانه. اهو ماڻهو جو پنهنجي واري جو انتظار ڪري رهيو هو ۽ هڪڙي ڇوڪري جو هٿ پڪڙي بيٺو هو، تنهن طرف هن عورت پٺي ڪري، پنهنجو چولو مٿي کنيو ۽ پيٽيڪوٽ جي کيسي مان هڪڙو گندو رومال ڪڍيائين. رومال ۾ ٻڌي ڳنڍ ڏنل هئي. ميز جي ٽيڪ سان پنهنجو پيٽ دٻائي، هن ڳنڍ کولڻ جي ڪوشش ڪئي

۽ نيٺ کولياائين. ان ۾ ڪجهه سِڪن سان گڏ هڪ تهه ڪيل پنجين رپئين جو نوٽ هو، جو اهڙو ميرو هو، جو سڄاڻڻ ۾ نـہ ٿي آيو. هن اهو نوٽ ڪڍيو ۽ ڏاڍي مزي سان اهو کولياائين ۽ رجسٽر تي رکياائين. هٿ سان نوٽ جو هڪڙو پاسو پڪڙي رکياائين تـہ جئن اڏامي نہ وڃي. پوءِ ڏاڍي تيزيءَ سان چيائين: ”هان، هي وٺ ۽ پاڻ وٽ رک.“

گاليِنا ڦاتل اکين سان هن ڪي گهورڻ لڳي.

”هي چا آهي؟“ هن پڇيو.

عـورت پنهنجو چولو مٿي ڪئي پنهنجو ٻئي گنڍ وارو رومال وري رکي ڇڏيو.

”ناتال تي جڏهن اسين بدڪ پچائيندا سين تـہ تنهنجي لاءِ بـہ ڪٺي ايندس ۽ ان جـا ڪنپ بہ آڻيندس، جنهن مان تنهنجو وهاڻو ٺهي ويندو. اهو وهاڻو بـہ تـو کي مان ناهي ڏيندس. ٺيڪ آهي نہ!“ عورت چيو.

هاڻي گاليِنا سمجهي وئي ۽ نہ صرف هنجو چهرو پر هن جا ڪن ۽ ڳچي بہ ڳاڙهي ٿي وئي.

”نڪـري وڃ هتان هڪـدم! تنهنجو مطلب ڪهـڙو آهي؟ توکي شرم نـہ ٿـو اچي....“ هن گندو نوٽ رجسٽر تان هٿ سان هٽائي ڇڏيو ”توکي شرم اچڻ کپي....“

عورت ميز جـي ڪنڊ تان نوٽ کٽي ورتـو ۽ چئني طرف نهاريو. اهو نہ ٿو چئي سگهجي تـہ هوءَ ناراض هئي يا بدحواس.

”تون ڇا ڪري رهي آهين؟ نشو ته ڪونه ڪيو
اٿئي؟ ريپا هيڏانهن هوڏانهن اڇلي رهي آهين. وڏي دولتمند
آهين نه!“ ڪنهن ميز مان چيو.

”هلي وڃ، هتان هلي وڃ. هن کي چئو ته هتان نڪري
وڃي.“ ماسترياڻيءَ چيو.

”ڪو کي چيو ٿو وڃي ته پوءِ وڃين ڇو نه ٿي“ چئني
پاسي بيٺل ماڻهن رڙ ڪري چيو ”تو سڀني جي سامهون
اهڙي ڳالهه ڇو ڪئي! ڪنهن ڪلارڪ کي به بين جي
موجودگيءَ ۾ ڏوڪڙ نه ڏيا آهن. هاڻي هڪدم هتان
نڪري وڃ. ائين به ڪو ڪيو آهي!“

۽ پوءِ ميز جي چئني طرف عورتن ۽ مردن جو شور
گونجڻ لڳو. انهن جي آوازن کي کلي هوا ۽ ڪيٽين جي
فضا ڳورو بنائي ڇڏيو هو. چوڌاري افيمو، تالدي، زاسوپو
۽ اسڪورو هئا. آخر هي سڀ ڪٿان اچي سهڙيا هئا. هي
ڳوٺ ته ايڏو وڏو ڪونه هو. شايد هي پر وارن ڳوٺن مان
آيا هئا.... ماستريانيءَ جي نڙي خشڪ ٿي رهي هئي ۽ هن
جي وات جو ذائقو بيمارن جهڙو منو منو ٿي ويو هو.
”اي خدا! هي ڪڏهن ختم ٿيندو!“ هن بيزار ٿي دل
۾ چيو.

نيٺ جڏهن ٤٥ پارن جي داخلا ڪري چڪي، تڏهن
اعلان ڪيائين ته بس ايترا ڪافي آهن.

جن مردن جا پار نه ڪنيا ويا هئا تن ٿڌو ساهه پريو ۽
ڪجهه دير بڙ بڙ ڪئي ۽ پوءِ پنهنجي پنهنجي گهر هليا

وياهه عورتون ڪجهه مهل رکيون رهيون. هنن به تڏا ساهه ڪنيا ۽ ڪن ته روئي به ڏنو ۽ پوءِ پنهنجيون لعل لعل اکيون اگهي رمنديون رهيون. ڪلاڪ خالي ٿي ويو ۽ ان جو گندو ۽ مٽي پريل فرش نظر اچڻ لڳو. وايو منڊل ۾ اڃا تائين پوسٽ هو. باقي ڏي عورتون رهيون. هنن سان گڏ ٿي ڇوڪريون ۽ هڪڙو ڇوڪرو هو.

انهن مان به مايون ته صفا مات ۽ الڳ بيٺيون هيون. هنن کي خود به خبر ڪانه هئي ته هو ڪهڙي ڳالهه جون منتظر آهن. پر تين، جا پيٽ سان هجڻ ڪري گول مول ٿي وئي هئي ۽ هڪ گندو ٻارڙو گود ۾ هوس، تنهن رڙيون ڪري چوڻ شروع ڪيو:

”هي ڇاهي؟ هن ڪجهه ماڻهن جي ٻارن کي داخل ڪيو، پر اسانجي ٻارن لاءِ جڳهه نه آهي. هر ڪنهن کي خبر آهي ته فروسڪا جي ماءُ جي شادي ٿي آهي، پر هن فروسڪا کي ته داخلا ڏني ۽ انهن ٻارن کي نه ٿي ڪٿي جي حلالي آهن ۽ پنهنجي پيءُ ماءُ سان ٿا رهن. بڏين ٿي! ٽون پاڻ پنهنجا قاعدا قانون ٺاهي رهي آهين. ٽو جهڙيون گهڻيئي هتي قاعدا قانون سيکارڻ اينديون آهن. آخر سيئي شاهوڪار ٻار ڇو لکڻ پڙهڻ سکي سگهن ٿا ۽ غريبن لاءِ جڳهه ڪانهي؟ هيءَ به ڪا ماسترياڻي آهي؟ ڪلهوڪي وات ڳاڙهي ڇوڪري. دڪاندار مات ۾ هڪ ڦٽي ۽ ڪجهه ربينون هٿ ٿي رکيس ته هن سان رات گذارڻ واسطي تيار ٿي وڃي. پر واري ڳوٺ جو ماستر ته مڙني ٻارن کي

داخلا ڏيندو آهي ۽ هيءَ هنيلي پنهنجي ٽيگر ۾ پوري آهي .... اڙي، مان هن پنهنجي ڇوري جو هاڻي ڇا ڪريان؟...." ۽ هوءَ هيانءُ ڦاڙي رڙڻ لڳي.

"تنهنجي هيءَ همت!.... اڙي واسيلي! ڪيڏانهن گم ٿي وئين.... اچي هن کي هتان ڪيڏي ڇڏ!" گالينا زور سان چيو.

"خدا جي مار پوئي ...." عورت غصي مان رڙ ڪئي ۽ گود واري ٻار کي ائين ڏونڌاڙيائين ڄڻ ته اهو سڀ هن جي غلطيءَ ڪري ٿيندو هجي "اچا ته هي سڀ تو کي پسند نه آهي.... اسانجو رت چوسي چوسي مڇي مڇ ٿي ٿين.... اهڙي سٺي جڳهه ملي ويئي ته هوش ۾ نه رهي آهين...."

(۴)

هڪ ٻئي پٺيان ڏينهن ساڳئي نموني گذرندا رهيا. هر صبح، هوءَ سج کي اڀرندي ڏسندي هئي. هوءَ ڏسندي هئي، ته سج جا ڏکها ۽ پاسيرا ڪرڻا، ڳوٺ جي پڇاڙڪي گهر کان ٿورو ساڄي هئي، هن جي دريءَ تي پون ٿا. هر صبح پٺ جي ٻئي طرف هل هنگامي، گوڙ شور، رڙين ۽ پيرن سٽڻ جا آواز ايندا هئا، ۽ هن جي ڪلاس ۾ داخل ٿيندي ٿيندي، اتي جي هوا ۾ گندگي ۽ گهٽ پيدا ٿي ويندي هئي.

پنجاهه ٻارن جون اکيون هن کي گهورينديون هيون. هن جي دلين تائين پهچڻ لاءِ هن کي طريقو ڳولڻو پوندو هو. هن کي ڪنهن نه ڪنهن طرح سبق شروع ڪرڻو هو.... تعليم جو تصويري طريقو.... ها، اهوئي ٺيڪ رهندو....

هن ڪتاب کوليو، هڪ وڻ جي تصوير ڪڍي ۽ ان کي اهڙي طرح جهلايائين جو سڀ ٻار ان کي ڏسي سگهن. پوءِ هن پڇيو:

”ٻارو هن تصوير ۾ ڇا ٿا ڏسو؟“

پنجاهه ئي ٻارن ڪتاب ڪي نه پر ماستر ياڻيءَ کي ڏٺو ۽ ساهه روڪي ويٺا رهيا.

”تصوير ۾ ڇا آهي؟ چڱو ٻڌايو... ڇا اهو گهر آهي؟“

”گهر“ پنجاهه ٻاراڻن آوازن گڏيل جواب ڏنو، ڇڻ ڪو پڙاڏو هو.

”هي ڪهڙي قسم جو گهر آهي؟ ان کي چڱيءَ طرح ڏسو.... ڪڏهن توهان اهڙو گهر ڏٺو آهي؟ چڱو.... ته پوءِ هي ڇا آهي؟“

وري ماٺ ٿي وئي. سڀئي ٻار ٽڪٽڪي لڳائي هن کي ڏسي رهيا هئا.

”چڱو هي ڇا آهي؟ وڻ؟“

”وڻ!....“ سڀني ٻارن وتان گڏيل آواز آيو.

”شاباس.... چڱو هاڻي ڏسو هي ڇا آهي؟“

وري سڀ چپ چاپ ان کي ڏسڻ لڳا.

”چڱيءَ طرح ڏسو، توهان سڀني کي اکيون آهن، هي

چا آهي؟"

خاموشي....

گالينا دل ۾ چيو ٿي: "منهنجا خدا، هي ڪهڙا گونگا، ڪهڙا ڪاٺ جا اُلو آهن...."

"ٻڌايو، چا هي جهرڪيءَ وانگر آهي؟"

"جهرڪيءَ وانگر" وري پنجاهه ئي ٻارن ڀڙاڏو ٻنجي هڪ ئي آواز ۾ چيو.

"هيءَ ڪهڙي قسم جي جهرڪي آهي؟ چا توهان ڪڏهن اهڙي جهرڪي ڏٺي آهي جا ٻن ۾ ٻڌل هجي ۽ جنهن جي ڳچيءَ ۾ پتا پيل هجن ۽ جنهن جي پنبان گاڏي لڳل هجي.... ڏسو.... هاڻي مون توهانکي ٻڌائي ڇڏيو آهي .... ٻڌايو، هي چا آهي؟"

وري سڀ چپ چاپ هڪ ٽڪ هن ڏي ڏسندا رهيا. ائين پئي نظر آيو ته ڄڻ هنن جو ساهه نڪري وڃي پر هنن جي وات مان ڪو لفظ نه نڪرندو.

"توهانکي نظر نه ٿو اچي ته هي گهوڙو آهي؟ چا توهان ڪڏهن گهوڙا نه ڏٺا آهن؟"

"گهوڙو!...." سڀئي هن سان يڪراءِ ٿيا.

اهڙي طرح هوءَ پنهنجو مغز هڻي هڻي ٿڪجي پوندي هئي ۽ هن جي نرڙي ويهي ويندي هئي، پر ٻار يا ته ٻوتا ٻڌيا ويٺا هوندا هئا، يا هن جا لفظ صفا ڀڙاڏي وانگر ورجائيندا هئا.

پڙهائڻ جي فن ۾ هن پوري سکيا ۽ سند ورتي هئي ۽

هن سنيون مارڪون ڪنيون هيون. هن استادن جي موجودگيءَ ۾ بورڊ تي لکي سبق پڙهايا هئا. ان طريقي کي تعليم ڏيڻ لاءِ بنيادي حيثيت ڏني ٿي وئي. پر هتي هن کي اها شيءِ صفا غير ضروري ۽ بيڪار معلوم ٿيڻ لڳي. هتي هن جو واسطو بيدماغ ۽ ڪاٺ جي ڇهرن سان پيو هو. انڪري هن کي پڙهائڻ لاءِ نئون طريقو سوچڻو پيو، جنهن ڏڏن ۽ موڳن جو مضبوط قلعو فتح ٿي سگهي.

رسيس ۾ ماستر ياڏي ٿوري دير واسطي پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ هلي وئي. هن جو مٿو ڦري رهيو هو ۽ اکين آڏو دائرا نچي رهيا هئا. ڪلاس ۾ زوردار هل هنگامو برپا هو. فرش تي ستڪا ڏئي رهيا هئا ۽ ڇيخن ۽ ٺهڪن سان ديوارون لڏي رهيون هيون.

هوءَ پريشان ٿي ڪلاس ۾ موٽي آئي.

هن ٽئين درجي جي هڪ شاگرد کي سڏيو، جو هڪ سال کان اسڪول ۾ پڙهي رهيو هو.

”هي ڪتاب وٺ ۽ پڙهه.“ هن کي چيائين.

ڇوڪري پنهنجو منهن سسائي، زور زور سان پڙهڻ شروع ڪيو: ”ٻ.... ٻ.... ڪ.... ڪ.... ڪانوَ.... ٻوڏڪيو .... دروازي وٽ....“

”ڪانءُ؟ کهڙو ڪانءُ؟ ڪٿو!“ ماستر ياڏيءَ چيو.

ڇوڪري کي پنهنجي پيءُ جو ڏکو بوٽ ياد هو. هو گاليتا طرف ائين ڇتائي ڏسڻ لڳو ڄڻ هوءَ ڪو عجيب جانور هئي.

”ڇوڪرا، تو کي ڇا ٿي ويو آهي. ڇگو ڀلا ڀوڪير اهو پڙهي ٻڌائيندو؟“ ماسترياڻيءَ ڇيو.

”مان ٻڌائي سگهان ٿي“ هڪ ننڍڙي ڇوڪري، جنهن جي منهن تي ڇايون هيون، تنهن ڇيو، جوش کان هن جا پڙون ٿاڻجي ويا هئا.

”ڇگو ٻڌاءِ!“

”ٻڪري....“

”ڪهڙي ٻڪري؟ ڀلا ان جو ٻڪريءَ سان ڪهڙو واسطو؟“

ان تي ڪيترن ٻارن شور مچائيندي ڇيو ”هن جي گهر ۾ هڪڙو ڪتو آهي، جو ٻڪريءَ کانسواءِ ڪنهن تي نه ڀؤنڪندو آهي. جيڪڏهن ڪا ٻڪري هن جي ويجهو ايندي آهي ته هو ڀؤنڪڻ لڳندو آهي،“

گالينا سوچيندي هئي ته هي سڀ ايترو بيڊولا ڪپڙا ڇو ٿا پائن؟ روسي ۽ يوڪريني لباس ته ڏاڍا سهڻا ٿيندا آهن. هتي يوڪريني به آهن. هي ايترو دور دراز علائقو آهي جو ماڻهو هتان کان شهر ٽن سالن ۾ مس پهچي سگهي ٿو، تڏهن به هنن ماڻهن ڇوڪرين کي اڻ نهڪندڙ شهري بلائوز پهرايا آهن. هنن ۾ اها ڳالهه ڪٿان آئي؟ ائين ڇو آهي؟

ٻار ڪڏهن ڪڏهن واسيليءَ کي ڏسي هڪ آواز ۾ ڇوڻ لڳندا هئا: ”ڪاڻو، ڪاڻو.... ڪري ٿو ماڻو!“

رسيس ۾ واسيلي ٻارن جا خوب ڪن مهٽيندو ۽ وار ڇڪيندو هو ۽ ڪن کي لت به هڻي ڪڍندو هو. پر خبر

ناهي ٻار ڪڏهن به هن جي شڪايت نه ڪندا هئا. ماسترياڻي کي اها ڳالهه معلوم ٿي ته هن واسيليءَ کي چيڀيو ته جيڪڏهن ڪنهن به ٻار کي ڇهيو ائين ته نوڪريءَ مان ڪڍائي ڇڏينديسانءِ. واسيليءَ ان جو جواب ته ڪونه ڏنو، پر هن ڏانهن گهوري ڏٺائين، جنهن جو مطلب هي ٿي ٿي سگهيو ته هن کي ڳالهينا تي افسوس به آهي ۽ ڪاوڙ به.

هن ڏڏ ۽ گوڙ ٻلي والر کي، جيترو هن کي روز پڙهائڻ ڪيو ها، ان جو ڏهو حصو مس پڙهائي سگهندي هئي. هوءَ اسڪول جي وقت ڪان پوءِ به ٻارن کي روڪي، هنن جي دماغن ۾ ڳالهيون پرڻ جو جتن ڪندي هئي، ايتري قدر جو سندس توڙي ٻارن جا دماغ بيڪار ٿي ويندا هئا. هوءَ پنهنجي پيل شاگردن کي، ماڻيءَ ڪانپوءِ وري گهرائيندي هئي ۽ هنن سان مغز ماري ڪندي هئي. انڪري سانجهيءَ جو هوءَ چور چور ٿي وڃي هند تي ڦان ٿي ڪرندي هئي.

پڙهڻ يا سوچڻ لاءِ ڪو وقت نه ملندو هوس.

اوندهه سان گڏ سناٽو به ايندو هو. ڀراڙيءَ جو سناٽو، جنهن ۾ اڪيلائيءَ جو احساس ابرندو هو ۽ آرزوئن جي اٿل ايندي هئي.

وهاڻي تي منو رکڻ سان، ڳالينا کي گهري ۽ بيخبر ننڊ گهيرو ڪري ويندي هئي ۽ اچانڪ اڌ رات جو هوءَ چرڪ ڀري جاڳي پوندي هئي. ان کانپوءِ هن کي ننڊ نه ايندي هئي ۽ ليٽيندي ليٽيندي هوءَ اوندهه ۾ گهوريندي ۽ سناٽي ۾ ٻڌڻ جي ڪوشش ڪندي رهندي هئي.

”ٻار جيون جا ڳل آهن... اهو ڪنهن چيو هو؟... بڪواس.... ماڻهو پنهنجو پاڻ کي دوکو ڏين ٿا....“ هن کي خيال آيو.

هن ٿڌو ساهه ڀريو. سڀ ڳالهيون هن جي اميدن خلاف ٿيون هيون، هر چيز ابتي ٿي هئي. شهر ۾ ته اسڪولن جي کوٽ جي باري ۾ وڏي زور شور سان اخبارن ۾ لکيو ويندو آهي. اتي اها ڳالهه ڪيترو نه سنئين سڌي لڳندي آهي ته تمام گهڻا ٻار اسڪولن ۾ داخلا ملڻ کان محروم رهجي ٿا وڃن. پر اهو ڪونه ٿو سوچيو وڃي ته ائين ڇو آهي.... ۽ هتي ڇا آهي؟ هڪ پيٽ سان عورت پنهنجو ٻار آڻي ٿي. هنجي جيون جو هڪ خاص ڍنگ آهي. هن جون پنهنجيون حالتون، مصيبتون ۽ تڪليفون آهن. هن جا پنهنجا مسئلا آهن. اهي مڙئي ڳالهيون اسڪولن جي ڪمي سان ڪنهن به قسم جو واسطو نه ٿيون رکن.... ”اسانجو رت چوسي، مڇي ٿلهي ٿي ٿئين!“ ان عورت چيو هو.... ”ڪير ٿلهو ٿو ٿئي؟ اڙي، هن جو مطلب مون سان هو! او خدا...“

گالينا پاسو ورايو ۽ سڄو ڏينهن انگ ڳڻيندي رهي.

هن کي ڳوٺ جي پادريءَ جو خيال آيو. هن جون اکيون ڪاريون ۽ وڏنڊڙ آهن. هن کي سگهارو هجڻ کپي، اهڙن ويڪرن ۽ شاندار ڪلهن وارو ... آخر هن هي جبو ۽ جامو ڇو پاتو؟ هن کي اهو نهي ڏي ڪونه ٿو. هن يونيورسٽيءَ ۾ داخلا نه ورتي، وڏي غلطي ڪئي، اصل

پنهنجي جيون جي ستياناس ڪري ڇڏيائين.... پهرين هو اسڪول ۾ باقاعدگيءَ سان ٻارن کي مذهبي تعليم ڏيڻ ايندو هو. بعضي بعضي پيشن جو ايندو هو ۽ هن سان گڏ چانهه پيئڻ ۽ ڪچهري ڪرڻ ۾ وقت ڪٽجي ويندو هو. پوءِ هو سبق ڏيڻ لاءِ اچڻ کان گسائڻ لڳو. ديول جي چوڪيدار هٿان چوائي موڪليندو هو ته گاليما پاڻ ئي شاگردن کي مذهبي سبق پڙهائي ڇڏي. سبب اهو ڏيندو هو ته هن کي ڪا ڌرمي رسم ادا ڪرڻي آهي يا ڪنهن ٻئي ڳوٺ ۾ وڃڻو آهي ... تڏهن به هو جڏهن به ۽ جتي به گڏجندو آهي ته ڏاڍي قرب سان پيش ايندو آهي ۽ هٿ ملائيندو آهي....

جي هوءَ غور سان ڏسي ها ته هن وقت دريءَ جي شيشي مان هن کي ڪڪرن جا ٽڪرا آهستي آهستي رڙهندا نظر اچن ها.

(٥)

پوءِ مينهن شروع ٿي ويو. ڇت دي ان جو ”ٽڙ ٽڙ“ جو آواز ايندو هو. هوا، مينهن جي ڦڙن کي اڏائي اچي دريءَ جي شيشن سان ٽڪرائيندي هئي. دري مان نظر ايندڙ سنجهيءَ جا وڻ هوا جي ڪري جهڪندا رهندا هئا. بارش جي ڌنڌ ۾ سڙڪ، جهڳيون، ڪوهه ۽ اڇيون بدڪون نظر ڪونه اينديون هيون.

شهر ۾ بارش تي ڪو خاص ڌيان ڪونه ڏيندو آهي. اتي اوچين ماڙين، تيز رفتار ٽرامن، ٽرام جي گهنٽين، ٽرام جي مٿان بجليءَ جي تارن مان نڪرندڙ نيرين چڻنگن، رستي تي هلندڙ گهوڙن جي سنبن جي ٽاپ ٽاپ، ماڻهن جي ڀيھ ڀيھان ۽ دڪانن جي جهرمر روشنيءَ ۾ بارش ڇپي ويندي آهي. هتي ته برسات هر چيز تي ڇانيل آهي. اها هر شيءِ کي ڍڪي ٿي ڇڏي. وڻن کي جهڪايو وجهي. ڇتين ۽ درين تي ”ٽپڙ ٽپڙ“ جا لاڳيتا آواز ٻڌڻ ۾ ايندا آهن. ڇتين تي ننڍا نوڪي ٽيندي رهندي آهي ۽ گهٽيون گپ چڪ سان ڀرجي ونديون آهن. ٻار ٻيرن ڪان مٿي ٽائين ڪيچڙ ۾ ٿڦيل هوندا آهن ۽ جڏهن هو ڪلاس مان ويندا آهن، تڏهن فرش نظر ئي نه ايندو آهي.

جڏهن برسات بند ٿي ويندي هئي، تڏهن هر شيءِ ڪاري ڏسبي هئي، سڙڪ ويران ۽ گپ سان ڀريل هوندي هئي، جهوپڙيون ٻنل هونديون هيون ۽ ڪوهه تي ڪانءُ ويٺو هوندو هو.

ڪڏهن ڪو هاري نظر ايندو هو. هن جي مٿي تي پُسيل ٽوپي هوندي هئي. هنجي ڏاڙهي ۾ مينهن ۾ ڀڳل هوندي هئي ۽ هنجي ڪوٽ جو ٻئو ڇڪي ٻڌل هوندو هو. هو پنهنجو منڊڙو گهوڙو وٺيو، گپ مان ٿڙندو ٿاٻڙندو لنگهندو هو ۽ جيتري قدر ٿي سگهندو هو، هو لوڙهن جو پاسو وٺي هلندو هو.

ٻار اسڪول ۾ ايندا هئا ۽ شور غل ڪندا هئا، ۽ فرش

تي ڪيچڙ چڙهي ويندا هئا، پر ان ويراني ۽ اڪيلائيءَ جو احساس ٽٽي نه سگهندو هو. ڇو ته ٻارن جي به هر ڳالهه يڪسان هئي، پوءِ اڄ هجي يا سڀاڻي، هفتن ۽ مهنن تائين سڀ ڳالهيون يڪسان رهنديون هيون.

اهڙيون شامون ڪتابن پڙهڻ ۾ سٺي نموني گذري وينديون هيون. گالينا هند تي ليٽي پوندي هئي ۽ ٻتي ويجهو رکندي هئي ۽ هڪ ٻئي وانگر منڊل ۽ مختلف حالتن ۾ مگن ٿي، نئين دنيا ۽ نئين جيون جو تصور ڪندي هئي.

هن جا ساٿي ۽ سنگتي هن کي شهر مان ڪتاب، رسالا ۽ اخبارون موڪليندا رهندا هئا، ۽ ڪڏهن ته انهن جا ٿهن جا ٿها اچي ويندا هئا. پر بعضي ائين به ٿيندو هو جو ڪتاب هٿ ۾ کڻڻ تي هن جي دل نه ٿيندي هئي. اهي غير دلچسپ ۽ بيجان معلوم ٿيندا هئا. تڏهن شفق جي ڏند ۾ ڏاڍي اڪيلائي محسوس ڪندي هئي ۽ هن تي دهشت ڇانئجي ويندي هئي.

واسيلي ننڍو سماوار کڻي آيو، جو پراڻو ھجڻ ڪري سائو ۽ داغدار بڻجي ويو هو. ان مان ٻاڦ جا ڪڪر نڪري رهيا هئا. واسيليءَ اهو ميز تي رکيو، ان جي ڪوئلن کي ڦوڪ ڏنائين ۽ اهو پاڻي اڳهيائين جو ايامي، ان جي ڍڪڻ کي لڳو هو. پوءِ هو دروازي وٽ بيهي رهيو. هن پنهنجيون ٻانهون هڪ ٻئي ۾ جڪڙي ڇاتيءَ تي رکيون هيون. انڪري هو فضيلت وارو ۽ عزت ڀريو معلوم ٿي رهيو هو.

"مينهن ته وچڻ جو نالو ئي نه ٿو وٺي." واسيليءَ چيو.
گالينا کي خوشي ٿي ته واسيلي، سماوار رکي هليو نه ويو هو.

"واسيلي پنهنجو پيالو کڻي اچ ته تو کي چانهه ڏيان." هن چيو.

"مهرباني، مان پوءِ پي وٺندس." هن رکائيءَ سان چيو، پر تڏهن به پيالو کڻي آيو.

"سچ پچ" واسيليءَ چوڻ شروع ڪيو "هن ڳوٺ ۾ وڏي جهالت آهي ۽ ماڻهو ڳچيءَ تائين گندگيءَ ۾ رهن ٿا، ماڻهو ڪيڏانهن اچي وڃي نه ٿو سگهي."

ڏيکل پيالو چانهه سان ڀريندي، گالينا سوچيو ته هي شخص پڻ تنهائي محسوس ڪري ٿو.

"هان واسيلي، پنهنجي چانهه وٺ!"

واسيليءَ پنهنجو پيالو ورتو، ۽ ادب ۽ عزت سان هن ڏي نهاريائين. هو در جي ڀرسان هڪ بينچ تي ويهي رهيو. ساسر ۾ ٿوري چانهه اوتيائين ۽ کنڊ جي هڪ ڳڙي زبان سان چوسيندي، چانهه جون سرڪيون ڀرڻ لڳو.

ديوار تي هن جو بيڊولو پاڇو ڏسجي رهيو هو.

ڀهرين گالينا کي واسيلي ڪونه وڻندو هو. هوءَ خاص ان ڳالهه تي ناراض هئي ته هو ٻارن جا ڪن پٽي ٿو ۽ وارن کان ڇڪي ٿو. هاڻي اهو ڪم واسيلي سانت ۾ ڪندو هو. هن جو ٻارن سان ڪو ڪينو ڪونه هو، هو رڳو شور شار کي روڪڻ لاءِ ائين ڪندو هو. هاڻي ٻه شاگرد هن جي

شڪايت ڪونہ ڪندا هئا.

”هتي هڪ نوجوان ماستر ياڻي هئي، ڏاڍي صاف سٿري ۽ نازڪ بدن. هن کي رنج ۽ غم موت جي ماڙيءَ ۾ پهچائي ڇڏيو.“ اوچتو واسيليءَ قصو ٻڌائڻ شروع ڪيو.

”موت جي ماڙيءَ ۾ پهچائي ڇڏيو؟“ گاليِنا حيران ٿي پڇيو.

”ها، هتي هڪ اٽي جي چڪي هئي. ان ۾ هڪ انجنيئر هو. ڏاڍو جاتنو، خوبصورت ۽ زندهہ دل. چڪيءَ جو ڪم ڏاڍي گندگيءَ وارو ٿيندو آهي، پر هو ڏاڍي خبرداري ۽ چنبڙ ڦوڪ ڪندو هو. سدائين صاف سٿرو رهندو هو. پنهنجو بوٽ رومال سان صاف ڪندو هو. اچا، تہ هو ماستر ياڻيءَ وٽ اچڻ وڃڻ لڳو ۽ هوءَ بہ هن تي مست ٿي پئي. هونءَ بہ هر شخص ماستر ياڻيءَ کي عزت ۽ پيار ڏيندو هو. توهانکي تہ چاڻ آهي تہ هتي جا ماڻهو ڪهڙا آهن. پر ان ماستر ياڻيءَ خلاف ڪنهن بہ ڪڏهن بہ حرف نہ ٻوليو. پوءِ انجنيئر هن وٽ اچڻ بند ڪري ڇڏيو ۽ هڪ ڏينهن هن ڪان موڪلائڻ آيو. ’موڪلاڻي ائنا !‘ هن کي چيائين. هوءَ بند پهڻ بنجي اُنهيءَ ديوار سان لڳي بيٺي رهجي وئي....“ واسيليءَ پنهنجي ساسر هيٺ رکي ۽ طاق سان ٽيڪ ڏنائين ”.... ماستر ياڻيءَ جو رنگ سفيد ٿي ويو هو. پوءِ هوءَ ڪلاس ۾ ٻارن وٽ وئي. هن کي پنهنجو ڪم ڪرڻو هو. پر گهڙيءَ گهڙيءَ منهن ڦيرائي پنهنجا ڳوڙها ٿي اگهيائين. رات جو هوءَ نہ سمهندي هئي ۽ صبح تائين دريءَ مان روشني

ٻرندي ڏسبي هئي. هڪ ڏينهن مون دريءَ مان ليئو پاتو. مونکي انديشو ٿيو ھو تہ ڪٿي اندر ٻتيءَ مان ٻاھر نہ لڳي ھجي. پردو ھڪ پاسي هٽيل ھو. مون ڏٺو تہ ماسترياڻي گوڏن ڀر فرش تي جهڪيل هئي، هن جو مٿو بستري تي هو ۽ پورو جسم اڪڙيل هو .... اسان هن کي سرءُ جي موسم ۾ دفن ڪيو .."

هن جي گفتگوءَ دوران، پٽ تي واسيليءَ جو پاڇو بہ چرپر ڪندو رهيو. اونداهي دريءَ تي برسات جو آواز اچي رهيو هو.

"ان ماستريائيءَ ڪانپوءِ ٻي ماسترياڻي آئي...." اڄ واسيليءَ تي ماسترياڻين ۽ ماسترن جا قصا ٻڌائڻ جو شوق سوار ٿي چڪو هو "هوءَ پڪي عمر جي هئي. هن کي ڪيرڙي ڏاڍي وڻندي هئي ۽ هوءَ اڪثر چلهي جي سامهون ويهي ڪيرڙي پچائيندي ڏسبي هئي. شايد هن کي ڪو روڳ هو. هوءَ ڪجهہ مهنا هتي رهي ۽ پوءِ هن جي بدلي ٿي وئي. هن کانپوءِ هڪ ماستر مقرر ٿي آيو. هو ڏاڍو زندهہ دل انسان هو. هن جي شادي هتي ئي ٿي. هن جي زال ڏاڍي خوش مزاج ۽ چنچل طبيعت جي هئي. هن جا ڳل سچ ۾ گلاب جهڙا هئا. پوءِ هنن کي ٻار پيدا ٿيڻ شروع ٿيا ۽ پيدا ٿي ٿيندا ويا، هر سال هڪ ٻار. سڄي ڪوٺي ڀرجي وئي ۽ ماستر جي زال صفا هڏا ۽ چمڙي رهجي وئي ۽ شڪل جي پڻ ڪوجهي بنجي وئي...."

"اهو سڀ هن ڪوٺيءَ ۾ ٿيو؟" وچ ۾ گاليينا دريافت

ڪيو.

”ها، هن ئي ڪوٺيءَ ۾.“ ۽ پوءِ آفيسرن ان ماستر کي ستائڻ شروع ڪيو. هن کي چيائون ته هن ڪوٺيءَ مان نڪر ۽ پنهنجي خاندان لاءِ ٻيو گهر ڳولهه. ماستر ٻانهون ٻڌي وينتي ڪئي ته مان مسڪين ماڻهو پر گهر ڪيئن هلائي سگهندس. حالت اهڙي ٿي ته جيڪڏهن ڪو ٻار چيخ ڪندو هو ته هڪدم هنجي چيخ روڪڻ لاءِ هنجي وات تي وهاڻو دٻايو ويندو هو جيئن ان چيخ جو آواز ڪلاس ۾ يا ٻاهر نه وڃي. هي سڀ ڳالهيون ڪيترو نه ڊيڄاريندڙ آهن. هتي مان چويهن سالن کان آهيان ۽ مون گهڻو ڪجهه ڏٺو آهي. مان فوج جي نوڪري ختم ڪرڻ کانپوءِ هتي آيو هوس.“

واسيليءَ جي جيون جي به پنهنجي ڪهاڻي هئي، ٻين جهڙي نه پر خاص. هن جو ٻاچو به خاص هو، ڪپڙو ههڙڻ ڪري خاص ٻاچو، گول مول ۽ واسيليءَ وانگر اداس. هن جا ٻار هئا، جي هڙئي مري ويا، هنجي زال مري وئي، هن جا مٽ مائٽ، سنگتي ساٿي ۽ واقفڪار به يا مري ويا، يا ڪيڏانهن هليا ويا. هڪ سائبيريا ڏانهن ويو، ٻيو ٽولا ڏانهن ويو، ٽيون ماسڪو ڏانهن ويو، ايتري تائين جو ڳوٺ ۾ ڪير به نه رهيو، ۽ هو پراڻي وڻ جي سڪل ڏار وانگر اڪيلو رهجي ويو. ڪو اهڙو رشتيدار به ڪونه هوس جو پڇاڙڪي وقت ۾ هن جون اکيون بند ڪري. چويهه سال هو هن اسڪول ۾ رهيو هو. اهوئي هن جو گهر، هن جو

خاندان ۽ هن جو ساٿي هو. جيتريون به ڦيريون گهيريون ٿيون، ڪير به آيو، پوڙهو يا جوان، سخت يا نرم، ڪنواري يا پرڻيل عورت، ٻارن ٻچن وارو پيءُ يا اڪيلو مرد، هن جو سڀني سان وهنوار هڪجهڙو رهيو. هو سڀني جو سامان گاڏيءَ مان لاهيندو هو، ماٺ ۾ اسڪول ۾ اندر کڻي ويندو هو، ۽ هڪ لفظ ڳالهائڻ بنا اهڙي طرح سماوار کڻي ايندو هو، جڻ ورهين کان هنن جو واقف هو، ۽ هنن سان هر موضوع تي گفتگو ڪري ڪري ٿڪجي چڪو هو.

سردي وڌندي وئي. هر چيز زياده سخت ۽ سوٽ ٿيندي وئي. گپ به ٺوٺ ٿي وئي ۽ معلوم ٿي ٿيو ته بهار موسم تائين اها گپ، برف هيٺان پئي رهندي. جهوپڙيون به هاڻي وڌيڪ نهريون ٿي لڳيون. صبح جو انهن جون چٽيون ڪوهيڙي ۾ اڇيون ٿي وينديون هيون. گنجا وڻ به اڇا ٿي ويندا هئا، ۽ ڪوهه جو ڪنهڙو ۽ لوڙهن جون چوٽيون به اڇيون ڏسبيون هيون. ڪڏن ۽ ڪوٺن جو برف جو هلڪو تهه بدڪن جي ڳاڙهن ڳاڙهن چنبن هيٺان پُري پوندو هو. ڪتن جي ٻاهوڙ جو آواز پري کان ٻڌبو هو ۽ ايترو صاف ۽ گونج وارو هوندو هو جڻ هوا ڪي نازڪ شيشي وانگر چڪناچور ڪري ڇڏيندو.

هاڻي سج جهوپڙين تان وڌيڪ اوچو نه هوندو هو، پر صاف هوندو هو. ان ۾ تاءُ ۽ تاب هوندو هو ۽ ان جي ڇهري ڪي ڪوبه ڪڪر داغدار نه ڪندو هو.

گالينا ويچاريو ته آخر هي سڀ شيون شهر ۾ به هونديون

آهن، پر مون اڄ ڏينهن تائين ڪڏهن به انهن ڪي نه ڏٺو.
هوءَ ڪلاس جي بدبو واري ٻوسٽ مان نڪري ٻاهر آئي ۽ تيزيءَ سان سڙڪ پار ڪري ٻنين ۾ پهچي وئي.... وڻ، ٻوٽا، ڪيتن ۾ ساڻو ساڻو گاهه، ۽ ڳاڙها ڳاڙها گونچ، ڪليل فضا، سچر هوا، روشن سورج، هلڪي هلڪي وڻندڙ گرمائش....
هوءَ اونها اونها ساهه کڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي.... هنکي ائين محسوس ٿيڻ لڳو چڻ ڪو هنکان پڇي رهيو آهي:
”ڇوڪري! تون ڇا ٿي چاهين؟“
”مان زنده رهڻ چاهيان ٿي.“
”ڪيئن؟“
”اهو مان نه ٿي ڄاڻان. پر مان اهڙي طرح زنده رهڻ چاهيان ٿي جو منهنجي دل ان کي سڃي زندگي ڄڻي سگهي .. ڪهڙي طرح؟ .. ڪهڙي طرح؟.... اڄ وانگر، ڪيترو نه پيارو ڏيک آهي. مون ته اهڙو سچ پهرين ڪڏهن نه ڏٺو هو. شايد اڄ کان پهرين سچ ڪڏهن اهڙو سهڻو نه رهيو هو... مان اڪيلي ڇو آهيان؟ ٻار کيڏندا، ڪڏندا ۽ شور مچائيندا آهن، ڪوڙ هاري آهن، پادري ۽ هنجي زال آهي.... پر مان اڪيلي آهيان....“

(٧)

ڳوٺ ۾ هڪ عجيب ڇهربهر شروع ٿي وئي. ديـول جي

چڱي طرح چند ڦوڪ ڪئي وئي ۽ ان جي ورانڊي آڏو جڳهه صاف ڪري، اتي سونهري واري وڌي وئي. ڳوٺ جي چڱي مڙس ماڻن کي اسڪول موڪليو. هنن پوري عمارت صاف ڪري، ان تي سفيدي ڪئي. پادريءَ جو گهر اڇو اجرو ڪيو ويو ۽ ڪچ جهوپڙين جي آڏو ريتي وڇائي وئي. عورتون صبح کان رات جو دير تائين ڪاڏو پچائڻ ۾ رڌل رهڻ لڳيون. مردن پنهنجي سيرب لهرائي ۽ وهنجي سهنجي ۽ خوب سهٽ سهٽ ڪري، وارن ۾ ايترو تيل لڳايو، جو هنن جا متا چمڪڻ لڳا.

”هي سڀ ڇا تي رهيو آهي؟“ گاليئا پڇيو ”ڇا ڪو مذهبي تهوار آهي؟“

”نه اسين پنهنجي ’گهڻگهري‘ جي آجيان ڪندا سين.“

”ڪهڙو گهڻگهرو؟“

”هو وڏو امير ماڻهو آهي ۽ چاهي ته سڄو صوبو خريد ڪري سگهي ٿو.“

بهرحال گهڻگهرو صاحب ته شام واري عبادت ۾ ڪونه پهتو. پادري دميتري پنهنجو نئون جبو پهري ڏاڍي پاڪائي ۽ شان سان وعظ ڪيو. وعظ ۾ هنجي زال گلن وارو ريشمي چولو پائي آئي هئي ۽ پيون ضاعفون به نوان نوان بلائوز پهري آيون هيون. ٻارن جا وار ڦٽي ڦوڪارو ڪري چڱي ريت سنواريا ويا هئا. پوري ديول پادريءَ جي دلڪش آواز سان گونجي رهي هئي، پر گهڻگهرو صاحب ڪونه آيو.

هو ٻئي ڏينهن عبادت کان اڳ پهتو. هن جي پراڻي ۽

ڪليل بگيءَ ۾ ٽي گاڙها گھوڙا جنبيل هئا ۽ مٿي ڪوچ باڪس تي هن جو رکوالو (باڊي گارڊ) تمنچو لڳايو ويٺو هو، جنهن ۾ هڪ پيلي ڏوري ٻڌل هئي. گاڏي، پادريءَ جي گھر آڏو اچي بيٺي. پادريءَ جي زال هن جي مرحبا ڪرڻ آئي ۽ سڀ گڏجي ديول ۾ آيا.

ديول اندر ماڻهن هن کي وچڻ لاءِ جڳهه ڏني ۽ جڏهن هو هنن وٽان لنگهيو ٿي ته هنن ڪنڌ ٿي جهڪايا. پادري، جو ان وقت عقيدتمندن سامهون، اگربتين مان نڪرندڙ خوشبودار دونهون ڦيرائي رهيو هو، تنهن نئين ايندڙ کي وڏي فياضي ڏيکاري ۽ هن جي آڏو آهستي آهستي اٿندڙ خوشبودار دونهين جو ڪڪر ڇڏيو. دريءَ مان ايندڙ سج جا ڪرڻا ان دونهين مان لنگهيا ته رنگ جا نيرا ٿي پيا.

”خدايا! اسان تي رحم ڪر!....“ ٻارن دستوري سرتال ڪان اوچي آواز ۾ ڳايو. پادريءَ اسڪول جي ٻارن جو اهو گڏيل گيت تيار ڪيو هو. اهي ڳالهيون ڏسي، گالينا کي پنهنجي ٻالڪپڻ ياد اچي ويو....نيري دونهين جا بادل، پنهنجي مرحوم ماءُ ۽ اهو اڇو لباس ۽ اڇو بوٽ، جي هوءَ ان وسريل زماني ۾ پائيندي هئي.

گالينا دل ۾ چيو: ”اڇا ته هي گھڻگھرو آهي.... اڙي مون سمجھيو هو ته....“

هو ساڄي پاسي هڪ آواز ۾ ڳائڻ وارن وٽ وڃي بيٺو ۽ پاڻ به ڳائڻ لڳو. جيتوڻيڪ هو صفا بيسرو هو، پر هن کي پاڻ تي ڏاڍو اعتماد هو. هنجي ڪياڙيءَ جا وار ڪوڙيل

هئا ۽ اتي چرپيءَ جا دڙا نظر اچي رهيا هئا. ان مان هنجي
ڪاروبار ۾ خوشحاليءَ ۽ ڪاڏ-ڻ پيڻ ۾ جهجهائ-يءَ جو پتو
لڳو ٿي. هن جا وار روسي ڍنگ-ـ ۾ اوچا ۽ گولائيءَ تي
ڪٽيل هئا. هو وڏي زور شور سان پـ-اڻ تي صليب بنائي
رهيو هو ۽ ٿڌو ساهه ڀري رهيو هو. هنجو ڪوٽ قيمتي ۽
شاندار هو. جڏهن هو نهنائي ڏيکارڻ لاءِ جهڪيو تي ت-ه
هنجي ويـڪري ۽ ٿلهي پٺي پڌري پئي ٿي.

گاليما به پنهنجي ٿنان صليب جو نشان بنايو، ڇو ته
اهڙي موقعي تي ائين ڪرڻ ضروري هو. هوءَ سامهون بيٺي
هئي ۽ لڪل نگاهن سان گهڻگهري جو منهن ڏسڻ ج-ي
ڪوشش تي ڪيائين، پر پوري طرح ڏسي نه سگهي. جڏهن
ڊگهي دعا ختم ٿي ۽ گهڻگهرو زمين تي سجدو ڪري چڪو،
تڏهن هو پنهنجن هٿن تي ڦري، ميز جي سامهون جهڪيو.
پوءِ هو پيٽ تي هٿ ٻـڌي ڪنڌ مٿي ڪري بيهي رهيو.
چرپيءَ جا دڙا هنجي ڪالر تان لڙڪي رهيا هئا. هن وري
ٿڌو ساهه ڀريو ۽ پادريءَ پنيان اهڙي ٿس پس ۾ دعا پڙهڻ
لڳو جا سڄي ديول ۾ ٻڌڻ ۾ آئي.

گاليما جي نگاهن گهڻگهري جو هي نقشو ڏاهيو ته هن
جو ماتا جي ڪپڻ ڀريو ڇهرو هاري-ن جهڙو آهي، هن کي
ڳوناڻن جهڙي ڪـ-ڪـ-ي ڏاڙهي آهي، هن جا وار ٿلها آهن
۽ ٻهراڙيءَ جي فئشن مطابق هن ج-ي مٿي تي وچ ۾ سينڌ
نڪتل آهي. البت هنجون اکيون اچا ڏسي ڪونه سگهي هئي.
مرد، عورتون، ٻار، ٻڍا ۽ جوان سڀ ديول جي ورانڊي

۽ اچي گڏ ٿيا. گهڻگهرو، پادريءَ جي زال سان گڏ ٻاهر آيو.

”ڳوٺ توهان جي آجيان ڪري ٿو!“ ڳوٺاڻن هڪ آواز ۾ چيو.

هڪ اچن وارن وارو پوڙهو اڳتي وڌيو، تنهن آيل جي سامهون نوڙيو ۽ دٻڪيءَ ۾ ماني ۽ لوڻ پيش ڪيائين.

”وڏيرا نيڪيفور! ڳوٺ وارن طرفان هي قبول ڪيو.... خدا توهانکي سلامت رکي، توهين اسان جا گهڻگهرا آهيو.“ هن چيو.

”گهڻگهرو؟“ گالينا پنهنجو پاڻ کان سوال ڪيو.

”خدا توهان کي وڏي عمر ڏئي ۽ خوشحال رکي. اسين پيرن فقيرن کان توهان لاءِ دعا گهرندا آهيون.“ ميڙ مان ڪيترن چيو.

وڏيري ماني ۽ لوڻ قبول ڪيو.

”مهرباني.... مهرباني.... توهان سڀني جي مهرباني.“

هن ماني ۽ لوڻ واري دٻڪي پرسان بيٺل هڪ عورت جي حوالي ڪئي. عورت ادب سان اها ورتي.

”گالينا“ پادريءَ جي زال چيو ”هي اسانجي اسڪول جو سرپرست آهي وڏيرو نيڪيفور.... ۽ هيءَ اسانجي نئين ماسترياڻي آهي.... اسانجي ڳوٺ جو ڪاروبار ته وڏيري نيڪيفور جي سهاري تي هلي رهيو آهي. هن ديول نهرائي، اسڪول ۾ نئين ڇت وجهرائي ۽ اسانکي ڀل تي زمين ڏيندو آهي....“

”.... ونکي وا ڪاڻ سان ايترو شرمندو نه ڪريو.“ وڏيري چيو.

هو هجوم جي گهيري ۾ اڳتي وڌيو.

پادريءَ جي گهر چانهه پارٽي هئي. ان ۾ اڇن وارن وارو پوڙهو ۽ دڪاندار به هئا. هن دڪاندار جو نڪ ڊگهو ۽ ڏاڙهي ڪوڙيل هئي. هن جو منهن ڊگهو ۽ ناريل جهڙو هو ۽ پيرون ڊگها ۽ اپا هئا. ڳوٺ ۾ اسڪول ڪانسواءِ فقط هن جو گهر هو جنهن جي ڇت لوهه جي چادر جي هئي. ديول جو مکي به اتي هو. هو صفا گنجو، زرد ۽ جلندر جو مريض هو. هو ڪنهن سان ڳالهائڻ بنا چانهه پئندو رهيو. هن جي وات ۾ ڪنڊ جو ٽڪرو هو. جو ڳل ۽ زبان جي وچ ۾ دٻائي چوسي رهيو هو. هن پادريءَ جي زال کي چيو:

”سٽن مهنن کان جهنگلي ٻوٽيءَ جو ٻوٽو پي رهيو آهيان، هاڻي ڪجهه فرحت آهي. پهرين ته ساهه کڻي نه سگهندو هوس. گهوڙا ڪاهي ويندو هوس ته دم چڙهي ويندو هو.“

”هان، هي کائو، وڏيرا...“ پادريءَ جي زال مٺائيءَ جي پليٽ، هن ڏانهن ريڙهيندي چيو.

وڏيري پنهنجي طرفان سيني کي شراب پياريو. ان جي پيئڻ سان محفل ۾ جان پئجي وئي.

”اسين توهان جو انتظار ڪري رهيا هئاسين، جهڙي طرح ناتال جو انتظار ڪندا آهيون“ اڇن وارن واري پوڙهي چيو ۽ وڏيري ڏي شراب جي نشي ۾ مست نگاهن سان ڏٺو ”جيستائين هي ديول موجود آهي، جيستائين اسان ۾ ساهه باقي آهي، اسين توهان کي دعائون ڏيندا رهنداسين.“

"وڏيرا نيڪيفور" پادريءَ چيو "اسانجي پيشوا يسوع مسيح چيو آهي ته سئيءَ جي ناڪي مان اٺ جو لنگهڻ آسان آهي پر دولتمند جو خدا جي سلطنت يعني بهشت ۾ داخل ٿيڻ مشڪل آهي. اهي اکر ملامت لاءِ نه چيا ويا آهن، پر اسان جي آسماني استاد ٻڌايو آهي ته جن کي گهڻو ڏنو ويو آهي تن کان گهڻو گهريو به ويندو."

"ضرور، گهڻو گهريو ويندو آهي" اڇن وارن واري پوڙهي، پنهنجي اڇن وارن جي چڳس اکين تان هٽائيندي چيو "مون هڪڙو گهوڙو خريد ڪيو آهي. ڏاڍو سگهارو ۽ ڪارائتو آهي. جهڙي طرح مون هن تي بار لڏيو آهي...."

پادريءَ جي زال بيچينيءَ سان پنهنجو ڪنڌ ڦيرايو.

"ٻارو، وڃو پنهنجي آيا وٽ، هوءَ توهانکي ٽول ڏيندي" اوچتو وچ ۾ پادريءَ جي زال رڙ ڪئي ۽ پوءِ اڇن وارن واري پوڙهيءَ ڏي منهن ڪري چيائين "پادري دميتري ڳالهه ڪري رهيو آهي، هن کي اها پوري ڪرڻ ڏي."

"... جن کي گهڻو ڏنو ويو آهي، انهن کان گهڻو گهريو به ويندو. اها ڳالهه ماڻهو وساري ڇڏيندا آهن. هو وساري ڇڏيندا آهن ته...." پادري چوندو رهيو.

"ها، ضرور وساري ڇڏيندا آهن" گنجي مڪيءَ وچ ۾ ٽپڪ ڏنو "مان ستن سالن کان جهنگلي ٻوٽيءَ جو پاڻي پي رهيو آهيان ۽ مون پنهنجي ڌيءَ کي چيو...."

"چپ رهه، مڪي!" پادريءَ جي زال منهن ۾ سوٽ وجهي، سختيءَ سان چيو.

”.... ۽ انهن تي خدا جي رحمت وسندي آهي جي وساري نه ڇڏيندا آهن، جي اسانجي پيشوا جي سڪيا ياد رکندا آهن، جن جي سخاوت جي ڪا حد نه هوندي آهي. خدا وڏيري نيڪيفور جي ڪمائيءَ ۾ برڪت وجهندو آهي ۽ هو به اهو نه وساريندو آهي ته، جو ڪجهه هن کي مليو، سو آسمان واري جو ڏنو آهي.“

پادري دميتريءَ ۾ اڪيون ڪپائي ڳالهيون سوچيو ته جڏهن پاڻ جي ڊير مان اهو شخص نڪتو هو، تڏهن ته هن پادريءَ اهڙي قسم جون ڳالهيون نه ٿي ڪيون.

پادريءَ گفتگو جاري رکندي چيو ”.... وڏيري جي سخاوت اڻ مٽي آهي. هنجي خرچ سان ديول ٺهي، اسڪول ۾ نئين ڇت پئي“

”پراڻي ڇت ۾ ته ٺنگ ڏي ٺنگ هئا.“ اڇن وارن واري پوڙهي وچ ۾ چيو.

”پار ڪلاس ۾ ويهي ڇت مان آرپار سج ڏسي سگهندا هئا.“ مڪيءَ هن جي پنهرائي ڪئي.

” پر وڏيري نيڪيفور، پورهيت هارين کي ڊيل تي زمين ڏئي، سڀ کان وڏو فائدو پهچايو آهي....“ پادري چوندو رهيو.

”خدا هن جون سڀ مرادون پوريون ڪري، هن زمين جي سلسي ۾ وڏو نيڪ ڪم ڪيو آهي.“ ميڙ مان ڪنهن چيو.

”اسين سڀئي حياتي، زمين جي ڪري، تنوکي دعائون

ڏيندا رهنداسين.“ ڪئنهن ٻئي چيو.

وڏيري پنهنجي ڪوٽ جو ڪالر ڪوليو ۽ پنهنجي ڳوڻاٽي ڪهري آواز ۾ ڳالهائڻ لڳو. خبر ناهي هو ڇو سڌو گالينا طرف نهاري رهيو هو.

”مون هڪ هڪ پئسو هنن هٿن سان ڪمايو آهي، پنهنجي ڪمر ٽوڙي، پنهنجي ننڊ ڦٽائي.“ هن چيو.

”اسان کي خبر آهي.“ ڪن ماڻهن چيو.

”ماڻهو بنا محنت جي هڪ رپيو به ڪمائي نه ٿو سگهي“ وڏيري چيو.

”پئسو وڏي چور شيءِ آهي، راتين جي ننڊ حرام ڪيو ڇڏي.“ دڪاندار سنهڙي زناني آواز ۾ آهستي چيو ۽ هن جي منهن تي مرڪ اچي وئي، شرارت واري مرڪ.

”مون رت ۽ ست ڏئي هڪ هڪ رپيو ڪمايو آهي. مون کي ان ڳالهه جو افسوس ڪونهي ته مان هارين کي گهٽ ڏل تي زمين ڏيان ٿو. مان اهو سڀ ڪجهه پنهنجي ڳوٺ واسطي ڪريان ٿو. ان ڪري مون کي هر سال ست اٺ هزار نقصان پوي ٿو ۽ اها ڪا گهٽ رقم نه آهي، پر ان جو مونکي بلڪل افسوس نه آهي.“ وڏيري زور ڏئي چيو.

”ان ۾ ڪهڙو شڪ آهي.... هان، هي ڪٿو وڏيرا“ پادريءَ جي زال ڪيڪ هن ڏي وڌائيندي چيو ”۽ ڪجهه شراب پڻ.“

”ماسڪو ۾ جڏهن مان وڏي ديول ۾ ويندو آهيان ته گورنر سدائين منهنجي ٻانهن پڪڙيندو آهي. جڏهن به مان

اتي وڏي پادريءَ کان پاڪ لولو گهرائيندو آهيان ته هو هڪدم ننڍي پادريءَ هٿ موڪليندو آهي، جو اچي جهڪي مون کي سلام ڪندو آهي. مون کي سخاوت ڪري خود شهنشاهه کان چانديءَ جو ٻلو مليو آهي." وڏيري چيو.

وڏيري پنهنجي ڪوٽ اندران کيسي کي هٿ هڻي ڏنو ۽ مرڪي مڪريلي نگاهه سان سامهون ڏسندي، مٺ ۾ ڪجهه ڪاڳر، مهرباني مڃڻ جا خط، پراڻا ٻٽڻ ۽ چانديءَ جو هڪ ٻلو جنهن ۾ ربين ٻڌل هئي، سي ٻاهر ڪڍيا. هر شخص واري واري تي هٿ ۾ وٺي اهو ٻلو ڏٺو.

"منهنجو ناني اچڪاهه ماسڪو ۾ نوڪري ڪندو آهي. هن کي به شهنشاهه هڪ ٻلو عطا ڪيو آهي. هن ڪنهن کي ٻڏڻ کان بچايو هو. چون ٿا ته ان ٻلي جو نمبر ٥٦ آهي." دڪاندار پنهنجي زناني آواز ۾ ٻڌايو ۽ ساڳي شرير مرڪ سان.

پادريءَ جي زال ڪنگهي، پنهنجا چپ پنهنجي ساڄي هٿ جي آڱوٺي ۽ ڏسڻي آڱر سان اگهيا.

اهو ڏسي گاليننا سوچيو ته مائيءَ کي ٻهراڙيءَ جي ضاعفن وانگر اڱڻ ڪرڻ جي عادت پئجي وئي آهي.

"اسانکي پنهنجين پاڇين نه هجڻ ڪري ڏاڍي تڪليف آهي. هاري اسانکي پاڇيون ڏاڍي مهانگي اگهه ۾ ٿا ڏين، اصل لٽن ٿا." پادريءَ جي زال شڪايت ڪئي.

"ها، هاري ڏاڍا لالچي آهن." اچن وارن واري پوڙهي چيو.

وڏيري پنهنجي ڪوٽ جا بيڙا کوليا ڇڻ هن کي گرمي معلوم ٿيندي هجي، ان جون ٻانهون ٻه ٿورو مٿي چڙهايائين ۽ ميز تي ايترو زور سان مُڪ هنيائين جو برتن کڙڪڻ ۽ ڇانهه ڇلڪڻ لڳي.

”مان ڪنجوسي نه ڪندس، ۽ سپاڻي ئي ڪمدار کي موڪليندس. هو درياهه جي ٻي پر توهانکي زمين جو وڏو ٽڪرو ماپي ڏيندو، جو ديول جي پاچين جي ضرورتن لاءِ ڪافي ٿيندو.“ وڏيري اعلان ڪيو.

پادريءَ جي زال ايترو خوش ٿي، جو ڇهري تان ٻه پنهنجي خوشي لڪائي نه سگهي. پادريءَ جي ڪارين اکين ۾ به مهرباني ۽ تسليءَ جي پڌرائي ٿيڻ لڳي.

گاليمنا اچرج مان سوچڻ لڳي ته هي سڀ ماڻهو وڏيري کي ”قبلا سائين“ ڪري ڇو ٿا مخاطب ٿين، جيتوڻيڪ هو سيني کي ”تون“ چوي ٿو، خود پادري ۽ سندس زال کي به.

”اسان سيني طرفان وڏي وڏي مهرباني، وڏيرا!“ پادريءَ چيو.

”اٽڪل پنج سؤ رپين ڏل جو ٿيندو، اهو زمين جو ٽڪرو ڏاڍو پلو آهي.“ دڪاندار، منهن ۾ گهنج وجهي، مرڪي، آهستي چيو.

”بهار ۾ ان زمين ۾ اٿل ايندي آهي. اهو ٽڪرو سچ پچ سون جي کاڻ آهي.“ اچن وارن واري پوڙهي ڪجهه چپاڙيندي چيو.

چانهه ڪانپوءِ ھو سڀ اسڪول ويا. ھنن پنهنجين مردن ۽ ضاعفن جو ھڪ ھجوم ھو. اڳيان نئڊيا پار رستي تان سوئر ھڪلي رھيا ھئا. دروازن وٽ بيٺل ڇوڪريون سورج مکيءَ جا ٻج چٻائي رھيون ھيون ۽ ادب وچان نوڙيون ٿي.

وڏيري اسڪول جي ڪلاس ڪئي. ھڪ ھڪ شيءِ غور سان ڏٺائين ۽ واسيليءَ کي ھدايتون ڏيندو رھيو:

”وادي کي گھرائي اسٽوز روم کي در وجھرائي ڇڏ، جئن ڪوئيلن ۽ ڪاٺين تائين برف پھچي نہ سگھي، لوھر کي سڏي نيسارن ۽ ڪڙن ڪنڊن جي مرمت ڪرائي ڇڏ....“

پادريءَ جي زال، گالينا کي ھلڪي نونٺ ھڻي، چيو ”ھن کي اسڪول جي سامان جي باري ۾ چوينس، ھو ضرور انتظام ڪندو ... وچڻ ڪان اڳ ھن کي چؤ....“

گالينا جي منهن ۾ گھنڊ پيو ۽ ھن ۾ ھڪڙي قسم جو ضد پيدا ٿي ويو.

”تو پاڻ ئي تہ ان باري ۾ چيو ھو.“ پادريءَ جي زال چيو.

گالينا ڪو جواب نہ ڏنو.

سڄو ڳوٺ وڏيري نيڪيفور کي رخصت ڪرڻ ويو. نئڊيا نئڊيا پار، گوڙ مچائيندا، گھوڙن جي اڳيان ڊوڙي رھيا ھئا. مردن ۽ ضاعفن نوڙي ھن کي الهه واھي چيو. ٽي ڳاڙھا گھوڙا وڏيري جي گاڏيءَ ۾ جنبيل ھئا. ڪوچوان جي

پرسان وڏيري جو رکوالو ويٺو هو. هن جي ڪنڌ مسان
ڌمنچي جي پيلي ڏوري لڙڪي رهي هئي.

(٨)

انهيءَ شام جو گالينا دڪان وڌان لنگهي. وراندي
مجي اندر توڙي ٻاهر ڪجهه مرد ويٺا هئا. ڪي بيٺا هئا ۽
پنهنجين لٺين تي ٽيڪ ڏئي ڪجهه بڌي رهيا هئا. گالينا
سوچيو ته اتي هڪ به عورت ڪانه هئي. هڪڙو صحتمند
۽ سگهارو ماڻهو هيڪڙي اخبار پڙهي رهيو هو.

”ڀلي آيا.“ دڪاندار پنهنجي ٽوپي لاهي، گالينا کي چيو.
ٻين به هن کي ڪيڪاريو.

”وڏيري کي رخصت ڪري آيا؟“ گالينا پڇيو.

هن اڇن وارن واري پوڙهي، ان مڪيءَ کي جو جهنگلي
ٻوٽيءَ جو پاڻي پئندو هو، ۽ اهو ٻاجهڙو جو پهريون پيرو هن
ڳوٺ ڏانهن ايندي هن کي سڙڪ تي مليو هو، تن کي ان
ميڙ ۾ سڃاتو. هن ٻين ماڻهن کي به سڃاتو، جي سال جي
شروعات ۾ پنهنجا ٻار وٺي اسڪول ۾ آيا هئا. هن ڳوٺاڻن
سان رلڻ ملڻ ۽ هري مري وڃڻ تي گهريو. هن ان ڌاريائپ
جي ديوار کي ٽوڙڻ تي چاهيو جا هن ۽ ڳوٺاڻن جي وچ
۾ رڪاوٽ هئي، ۽ جنهن ڪري هن کي هيڪ ۽ حجاب
محسوس ٿيندو هو ۽ هن کي الڳ ٿلڳ رهڻو پوندو هو ۽
هن جي اڪيلائيءَ جي احساس ۾ واڌ ٿيندي هئي.

”ها، هن کي رخصت ڪيوسين. خدا هن کي سلامتيءَ سان پهچائي.“ گهڻن آوازن جواب ڏنو.

”هو پاڻ سان روالور وارو باڊي گارڊ ڇو رکندو آهي؟“ گالينا پڇيو.

”اڄڪلهه ماڻهو ڏاڍا هنگاما ڪري رهيا آهن. انديشو آهي ته متان ڪو هن متان سروڻو ڏيئي پٿر اڇلي يا لوڙهي پٺيان بندوق ڇوڙي. ماڻهو ڏاڍا وحشي ٿي پيا آهن.“ اڇن وارن واري پوڙهي وراڻيو.

گالينا سوچيو ته پوءِ وڏيري جي هردلعزيز، گهڻگهري ۽ ان داتا هجڻ جو بهروپ ڇو؟

”ڇا وڏيرو نبڪيفور تمام گهڻا پلائيءَ جا ڪم ڪري ٿو؟“ گالينا پڇيو.

”پلائيءَ جا ڪم ڇونه ڪندو، اسانجي پورهئي تي. هن ڳوٺ جي زمين ۽ آسپاس جي ڪيترن ڳوٺن جي زمين جو هو اڪيلو مالڪ آهي. هن جي هڪ هٽي آهي. ڇوڏاري کيت، باغ ۽ ٻنيون هن جون آهن. جي هو هٽي جي ڪنهن هاريءَ کي کيڙڻ لاءِ زمين نه ڏئي ته هو بک مري وڃي. پيو ڪو هن جو حيلو وسيلو ئي ڪونهي. انهيءَ ڪري ئي هو زمين جي اپت جو اسي سيڪڙو ڍل طور اڳاڙيندو آهي، جيتوڻيڪ ٻيا زميندار فقط پنجاهه سيڪڙو ڍل وٺندا آهن.“ ان همراهه چيو، جو اخبار پڙهي رهيو هو.

”هو ڪٿان جو رهاڪو آهي؟“ گالينا پڇيو.

”هٽي جو، هن ڳوٺ جو. هو اسان وانگر هاري هو.“

ھڪڙي چيو.

”چون ٿا تہ ھو سيٺنيءَ کان غريب ھو. پورو ڪاڏو نصيب ڪونہ ھوندو ھوس ۽ ڪپڙا ليڙون ليڙون ٿيل ھوندا ھئس.“ ٻئي چيو.

”پوءِ ھن کي ڪنھن فوجي آفيسر جي سفارش تي ٺيڪيداري ملي وئي ۽ ان مان ايتري دولت ڪمايائين جو زمين خريد ڪري وڏو جاگيردار بڻجي ويو آھي. ھن کي خبر آھي تہ ڪٿي ڏيڻ کپي ۽ ڪٿان وصول ڪرڻ کپي.“ دڪاندار چيو. ھن جي منھن تي اھاڻي چٽ پڌري مرڪ اچي وئي ھئي.

گالينا، دڪاندار جي ڳالھين جي تھہ تائين پھچي ويندي ھئي.

شام سرد ھئي. گالينا سرديءَ کان ڪنبڻ لڳي، پر ھن ھنن ماڻھن وٽان اٿڻ نہ ٿي چاھيو. ھن کي اميد ھئي تہ جا ديوار ھن ۽ ڳوٺاڻن جي وچ ۾ رنڊڪ آھي، ان جي پار جي شين جي ھوءَ ھڪ جھلڪ ڏسي سگھندي. ٻڏندڙ سج جا نارنگي ڪرڻا غائب ٿي چڪا ھئا ۽ جاين مٿان چنڊ چمڪي رھيو ھو.

ھوءَ اتان رواني ٿي تہ ويران گھٽين ۾ سرد چانڊوڪي پکڙيل ھئي. ٽيرن ٽيرن پاڇن مان گالينا لنگھي رھي ھئي تہ ھڪ عورت ھن کي پڪاريو. ھن کي ڪلھن تي رڇ جي کل جو ڪوٽ ھو ۽ ھنجا ٻئي ھٿ، ڪوساڻ حاصل ڪرڻ خاطر، ھنجي جئڪيٽ جي کيسن ۾ پيل ھئا.

”سائنڻ!“ عورت نوڙي چيو ”مهرباني ڪري منهنجي گهر هلو. منهنجي ننڍڙي ڌيءَ کي تپ جا ميچ پري رهيا آهن ۽ هوءَ چقندر جهڙي ڳاڙهي ٿي وئي آهي. هوءَ ڪجهه کائي نه ٿي، رڳو پئي پاڻي پئي ۽ پاڻي پيڻ کان مڙي ٿي نه ٿي. اندر اچي ذرا هن کي ڏسو، مان توهان لاءِ ڪيترو وڏو ڪٽي ٿي اچان.“

گاليِنا جهوپڙيءَ ۾ گهڙي. ڳوري ۽ گندي هوا، ننڍڙي ڏئي جي ڇپيءَ کي ذري گهٽ اڌو بنائي ڇڏيو هو ۽ ان جي مٿان اداسيءَ سان ڪاري دونهي جو هڪڙو دائرو ڦيرا ڏئي رهيو هو. چلهو، هڪ وڏي پيتي ۽ ميز مشڪل سان ڏسڻ ۾ اچي رهيا هئا. پٿين تي جيت چري پري رهيا هئا.

گاليِنا پنهنجو ساهه روڪي، خبرداريءَ سان نوڙي. هن هڪ پاراڻو ڳاڙهو ڇهرو ڏٺو، جو مشڪل ڏسجي رهيو هو. سڪل چپن جي وچ ۾ اڇا ڏند نظر اچي رهيا هئا. گاليِنا ڊپ کان سُن ٿي وئي ۽ هنجي ساري سگهه ختم ٿي وئي. هن ڪوشش ڪئي ته هنجا ڪپڙا ميز يا پيتيءَ سان نه لڳن ۽ هن پريشان ڪندڙ گهر مان پڇي نڪرڻ تائين پنهنجو ساهه روڪي رکي. هنجي دل ٻڏڻ لڳي. هن کي ڄاڻ هئي ته ننڍڙيءَ جي بيماري خناق (Diphtheria) وچڙندڙ آهي ۽ وڏي عمر وارا به اڪثر ان بيماريءَ ۾ مري ويندا آهن. هن سوچيو ته جيڪڏهن هن بيمار ٻار مٿان مان جهڪيس ته بس منهنجو خاتمو آهي.... هوءَ پوئتي هٽي وئي

۽ پنهنجو لباس سميٽيائين جنهن اهو چلهي سان نه ڇهي.

”مان ڪجهه نه ٿي ڪري سگهان ... مان ڊاڪٽر نه آهيان ڪونه .... تو کي ڊاڪٽر سڏائڻ کپي.“ گالينا هن عورت کي چيو.

عورت ڪانءِ سڏڪو نڪري ويو. هن پنهنجو نوڪدار نڪ آڱرين سان مهٽيو ۽ پوءِ صاف ڪيو.

”تون هن کي ڪا ڦڪي نه ٿي ڏئي سگهين؟ سائڻ، ٿي سگهي ٿو ته هن کي ان مان شفا ٿي وڃي.“ عورت چيو.

گالينا جي دل چاهيو ته هوءَ فورن هن گهر مان نڪري وڃي ۽ رستي تي پهچي جيءَ پري ڊگها ڊگها ساهه کڻي. هوءَ اسڪول ۾ پهچي، واسيليءَ جي هٿان ڪنگهه جي ڦڪي موڪلي ٿي سگهي. ڪجهه ڦڪيون هن وٽ پيل هيون.

”توهانکي ڊاڪٽر جي ضرورت آهي. مان ڪجهه نه ٿي ڪري سگهان. ڪجهه ڦڪيون توهانکي موڪلي ڏيندس.“ گالينا چيو.

هن نگاهه ڪئي، چلهي جي مٿان سمهڻ واري تختي تان ٿي مُنڊيون جهاتيون پائي هن کي ڏسي رهيون هيون. هنن جي پاراڻين اکين ۾ چمڪ هئي. هن سوچيو ته هنن ٻارڙن کي هڪدم ڪيڏانهن موڪلي الڳ ڪجي، هنن کي هر حالت ۾ بچائڻ کپي.... اچانڪ هن کي پنهنجي اسڪول واري ڪوٺيءَ جي ويرانيءَ ۽ خاليپڻو ياد آيو ۽ ائين محسوس ڪيائين ڄڻ ته هي گهر به ان وانگر ويران ۽ خالي

ٿي ويندو. اهو خيال اچڻ تي هن جي دل نرم پئجي وئي ۽ هر خطري کي منهن ڏئي هن گهر جي عورت ۽ سندس ٻارن جي سهائتا ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وئي.

جلدي جلدي پنهنجو جئڪيٽ لاهيندي سوچيندي رهي ته مونکي هر حال ۾ پنهنجي جيون ڪارائتي بڻائڻ کپي، ڪنهن نه ڪنهن طرح مونکي جئرو ڏي رهڻو آهي. هن جئڪيٽ دروازي جي ڀرسان ٽنگيو. اتي ان کي ڪافي هوا لڳندي ۽ جيوڙا به گهٽ هوندا.

ڌپ ڪان هنجي دل ڌڙڪي رهي هئي، پر هن ڇوڪريءَ جي ٽتل جسم جي چڪاس شروع ڪئي.

”پا....ڻي“ بيمار ڇوڪريءَ پاڻي گهريو.

”مونکي وڌيڪ سوجهرو کپي. ڏون لالٽين جو شيشو صفا ڪري، اهو جلدي ۾ ٻاري وٺ .... اڙي ڇوڪري، ٿورو مونکي پنهنجي ننڍڙي ڏيکار.... پنهنجو وات کول.... اڇا وڌيڪ.... او خدايا، مان ڇا ڪريان، مونکي ته ڪجهه نظر نه ٿو اچي.... هتي ته جهنگل جهڙو گهپ انڌيرو لڳو پيو آهي.“

گالينا ٽڪجي ويهي رهي ۽ گهبراهٽ ڪان پنهنجا هٿ مهٽڻ لڳي. وري ارادو مضبوط ڪري اٿي بيٺي.

”هڪدم دڪان تي وڃ ۽ سرڪو وٺي اچ“ هن عورت کي چيو.

”هو مونکي نه ڏيندو ۽ چوندو ته مان رات جو وڪرو نه ڪندو آهيان.“ عورت وراڻيو.

”دڪاندار کي منهنجي نالي چئجان تہ مون توکي موڪليو آهي ۽ مونکي ٿي سرڪي جي سخت ضرورت پئي آهي، هان هي وٺ پئسا.“ گالينا چيو.

هوءَ سرڪو وٺي آئي. گالينا اهو ڇوڪريءَ جي جسم تي مليو. هن جو بسترو چڱيءَ طرح ڇنڊي وري وڇايائين ۽ هن کي ليٽايائين. عورت ڪـي سماوار ٻارڻ ۽ چانهه پچائڻ لاءِ چيائين. ڇوڪريءَ کي گرم گرم چانهه پياريائين.

”توکي ٻين ٻارن کي هتان ڪيڏڻ کپي.“ گالينا چيو.

”ڪيڏانهن؟ ڳئون جي وٿاڻ ۾؟ اتي تہ ڏاڍو سيءُ آهي.“ عورت وراڻيو.

”هنن کي ڪنهن ٻئي گهر پهچاءِ، نہ تہ هنن کي بہ هيءَ بيماري لڳي ويندي.“

”مان انهن ڳالهين کي نہ ٿي مڃان. جي خدا جي مرضي ناهي تہ هو بيمار نہ ٿيندا، ۽ جيڪڏهن هو چاهي ٿو تہ پوءِ اسين ڪٿي هنن کي زمين جي ستن طبقن ۾ لڪايون تڏهن بہ هنن کي بيماري لڳي ويندي.... شايد انوشڪا هنن کي رکي، هوءَ اڪيلي آهي.“

عورت ڪنهن نہ ڪنهن طرح ٻارن کي انوشڪا جي گهر موڪليو. پوءِ گالينا گهر صاف ڪرڻ شروع ڪيو. عورت جي مدد سان ٻهاري ڏنائين. بيمار ڇوڪريءَ کي چڱـيءَ طـرح ڍڪيائين. ڪوٺيءَ ۾ هـوا اچـڻ لاءِ پـورو دروازو کولي ڇڏيائين. لالٽين شيشي سميت، اگهي صـاف ڪيائين ۽ ان جي وٽ جو ٽڪرو ڪاٽيائين. اهـو ٻارڻ سان

هن کي ڪمرو، وڏي صندوق، چلهو، پٽ تي لڳل تصويرون، مطلب ته هر چيز صاف ڏسڻ ۾ اچڻ لڳي.

پوڻ هو ٻئي وڃي ٻاهر ورانڊي جي ڏاڪن تي ويٺيون.

گالينا کي خيال آيو ته هاڻي منهنجو دپ ڪيڏانهن ويو. نه هن کي گهٻراهٽ هئي ۽ نه دل جو ڌڙڪو. ڪم ڪرڻ ڪري هن کي ٿڪاوٽ محسوس ٿي رهي هئي ۽ سردي به لڳي رهي هئي.

اڱڻ، وڻن، گاڏي، بيد جو گنجو وڻ ۽ لوڙهو سڀ چانڊوڪيءَ جي شفاف سمنڊ ۾ ٻڏل لڳي رهيا هئا، ۽ انهيءَ سانتيڪي نيراڻ ۽ مٿي تمام مٿي اڻ ڳڻيا تارا ۽ اڪيلو اڇو چنڊ ترندا معلوم ٿي رهيا هئا. گالينا دل ۾ ويچاريو ته ههڙي سهڻي رات ڪنهن سان گڏجي پسار ڪرڻ جهڙي هوندي آهي. ههڙي دلڪش ماحول ۾ ماڻهوءَ جي دل نه چاهيندي آهي ته هو ڪجهه سوچي يا ڪجهه ڳالهائي، جيڪڏهن سو سوچيندو به آهي ته ان سوچ جو واسطو هنن گهرن، واڙن ۽ لوڙهن سان نه هوندو آهي.

”ڪهڙي نه روشن رات آهي!“ گالينا ڏاڍيان چيو.

”چنڊ وڏندڙ آهي. سردي جلدي اچي وئي آهي. هاڻي ته مينهن پوڻ کپي ها. هن سال ڪاٺين ۽ ڪوئلن جي وڏي مصيبت ٿيندي.“ عورت چيو ۽ ٿڌو ساهه کنيو.

”تنهنجو خاوند ڪٿي آهي؟“

”سان رن زال آهيان. اسانجي حالت ڪنهن کان به خراب نه هئي. پنهنجو آن ۽ پنهنجون پاڇيون هيون. مان

پنهنجي دکڙي جو داستان ڪونه ٿي ٻڌايان، پر جيڪڏهن هو جيئرو هجي ها...." هو ۽ اوچنگارون ڏئي رڻڻ لڳي.
"مان ڇا ٿي ڪري سگهان، مان عورت ذات آهيان، مونکي ڏکيا ڏور وڪڙا پيا، گذران لاءِ."

"توهان وٽ پنهنجي زمين آهي؟"

"پنهنجي زمين ته هن ڳوٺ ۾ ڪنهن وٽ ڪانهي. ساري زمين جو مالڪ وڏيرو نيڪيفور آهي ۽ هارين کي هارپ تي ڏيندو آهي."

"وڏيرو سٺو ماڻهو آهي؟"

"آ ڳوٺو سٺو ماڻهو آهي، هو ته وڏو ظالم آهي، وڏو وحشي آهي."

"پر هر شخص هن کي پسند ڪري ٿو. سڀ هن جي مرحبا ڪرڻ ويندا آهن؟"

"ٻيو ڇا ڪن؟ ماڻهو ته رڳو هن جي آجيان ڪن ٿا پر جيڪڏهن هو چاهي ته ماڻهو ليٽي پوندا ۽ هنجي گاڏي پنهنجي مٿان لنگهڻ ڏيندا.... سڄو ڳوٺ هن جي مٺ ۾ آهي. هتي چئني طرف هن سڀ ڪجهه خريد ڪري ڇڏيو آهي، سڀئي زمينداريون خريد ڪيون آهن. ڳوٺ کان ٻاهر وڃڻ جو رستو ئي ڪونهي. هن اوسي پاسي جي ڳوٺن جون جاگيرون به خريد ڪيون آهن. جنهن طرف به نگاهه ڪريو، سڀ هن جو آهي. جيڪڏهن هو گهري ته هڪ ڳاٻي کي به ٻاهر نڪرڻ نه ڏئي. ٻاهر نڪرڻ جو ڪو رستو ئي ڪونهي. هن اسانجي چوڌاري گهيرو وجهي ڇڏيو آهي."

هڪڙو ٻڌڻ وارو ڪتو ظاهر ٿيو ۽ ويجهو اچي ڪنڌ ۾ پيچ آهستي آهستي لوڏڻ لڳو. هنجي پيچ ۾ ڪنڊڻ وارو گاهه اٽڪيل هو. پوءِ گهر جي مالڪياڻي وٽ وڃي، ٻئي ڪڍي، ٻيهي رهيو. پوءِ هو ڪجهه ٻڌي، گرڻ لڳو ۽ پنهنجو رخ ڳوٺ جي ڇيڙي طرف موڙيائين. ان طرف کان تمام پري کان هڪڙي ڪتي جي ڀونڪڻ جو لاڳيتو آواز اچي رهيو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن فقط پنهنجو آواز ٻڌڻ لاءِ ٿي رڪيو. پوءِ هن ڪتي ڪجهه سوچيو ۽ ڪجهه وکون کڻي ڏڙام سان ٿڌي پٽ تي ليٽي پيو ۽ پنهنجي جسم مان ڪارڙا اڏائڻ لڳو. پوءِ خاص نموني پنهنجو هڪ پير مٿي مٿان رکيائين ۽ آخر ۾ ويڙهجي سيڙهجي هڪ ڪينهوڙي جي شڪل ۾ ٻنجي ويو. ۽ هر شيءِ تي خاموشي ڇانئجي وئي.

گاليما حيرت مان سوچڻ لڳي ته آخر هي ماڻهو ههڙي سناٽي ۾ ڪيئن زندهه رهن ٿا.

”توهين ماڻهو اهڙي غربت، جهالت ۽ گندگي ۾ رهو ٿا، توهان کي احساس ڇونه آهي، ڪجهه ڪريو ڇونه ٿا؟“ گاليما پڇيو.

”اهو مردن جو قصور آهي. هو يا بزدل آهن يا رضا تي راضي. وڏيرو سڄي ڳوٺ وارن جو رت چوسي رهيو آهي، هنن جي ڪل اپيڙي رهيو آهي، پر هو پٿر بنجي ويا آهن، ڪجهه نه ٿا ڪن، ڪجهه نه ٿا ڪن. اسانجا يار مڪين وانگر مري رهيا آهن، پر اسانجا مرد وڏيري کي قصور وار سمجهڻ بدران، قسمت کي ڏوهه ڏين ٿا .. پر اٿين به نه

آهي. تو ڏٺو هوندو ته وڏيرو هر وقت پاڻ سان هٿيار بند باڊي گارڊ رکي ٿو. ان جو سبب هي آهي ته ماڻهو هن کي مارڻ ٿا چاهن، پنهنجي روح جي ڇوٽڪاري لاءِ، سک جو ساهه کڻڻ لاءِ، پنهنجي زمين تي پنهنجو حق حاصل ڪرڻ لاءِ، پنهنجي پورهئي جي پوري ڪمائي پاڻ کڻڻ لاءِ.... ڏسجان هو بري طرح مرندو، ماڻهو هن کي ماري ڇڏيندا، هو هن کي ختم ڪرڻ لاءِ پڪو پهه ڪري چڪا آهن."

عورت جوش مان چيو ۽ گالينا اکيون ڦاڙي هن کي ڏسڻ لڳي. چڻ اعتبار نه ايندو هجيس ته هڪ ڳوٺاڻي عورت اهڙيون ڳالهيون ڪري سگهي ٿي.

(٩)

گالينا نيري سنسان سڙڪ تي هلندي مٿي ۽ جي دڙن تان ٿاپا ڪائيندي گهر پهتي. اسڪول جي درين ۾ نيري چمڪ هئي.

جڏهن هن ميڻ بتي ٻاري ته پهريون ڀيرو هن کي پنهنجي ڪوٺي آرام واري معلوم ٿي. هوءَ ويڙهجي سيڙهجي هنڌ تي ليٽي پئي ۽ جلد ئي ڪوسي ٿي وئي ۽ ننڊ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي.... هن جي دماغ ۾ سوچن جو سيلاب اٿڻ لڳو .... هتي هر چيز بگڙيل آهي، هر معاملو منجهيل آهي ۽ مونکي انهن حقيقتن جو ڪاٿو ئي ڪونه هو.... ٻار گندا ۽ گوڙيلا آهن ۽ مرد؟ .... هنن جي زندگي زبردست فريب

آهي. هو وڏيري جو آدر ڀاءُ ڪرڻ وڃن ٿا، هن جي سامهون نوڙن ٿا ۽ هن لاءِ دعائون گهرن ٿا، اهو سڀ ڪوڙ آهي، منافقت آهي، بچاپڙائي آهي. ڇيو وڃي ٿو ته هنن سادن ڳوناڻن ۾ سچائي آهي . ڇا اها آهي سچائي؟.... هي ڪهڙو سرشتو آهي، جنهن ۾ هڪڙو زميندار، سوين هزارين هارين کي مٺ ۾ رکي ٿو ۽ هنن جي حياتي ۽ موت جو مالڪ آهي.... مون ويچاريو هو ته مان هڪڙي ڳالهه ڪندس يعني پنهنجي پنهنجي طريقي سان جيون گذاريندس، پر هر شيءِ ابتي ٿي رهي آهي . ماڻهو اهڙا نه آهن جهڙا مون تصور ڪيا هئا....

ننڊ جي نرم هٿن، هن جي ڏ گهين ڏ گهين پنبڻين واريون اکيون بند ڪري ڇڏيون.

ڏاريائپ جي ديوار ڀڃندي وئي. ماڻهو هن وٽ اچڻ وڃڻ لڳا. خط، ليکو چوکو ۽ درخواستون لکرائڻ لاءِ گاليئنا وٽ ايندا هئا. يونين ڪائونسل جي مامرن ۾ هن کان صلاح وٺندا هئا. گهريلو مسئلن ۾ هن جي راءِ پڇندا هئا. ڪي ڳوناڻا هن وٽ علاج لاءِ ايندا هئا.

هن ڪڏهن به بيماري، گندگي ۽ غريبيءَ جي باري ۾ گهڻو نه سوچيو هو، پر هتي ايتري پيڙا ۽ ايتريون مصيبتون هيون جو هن کي انهن مامرن ۾ دلچسپي وٺڻي پئي.

گهڻو ڪري ضاعفائون هن سان ملڻ ايندڙيون هيون. هن ڪي ڊاڪٽريءَ جا ڪتاب گهرايا هئا، جنن جيترو هوءَ دوا دارون ڪندي هئي ان بابت ڄاڻ به رکي.

”تون اسپتال ڇو نه ٿو وڃين؟ ڊاڪٽر ته ضرور هوندو .... مان ڇا ٿي ڪري سگهان، اسپتال پري ته نه آهي.“ هوءَ هن وٽ اينڊڙ هر بيمار کي چوندي هئي.

”هائو، اسپتال ته ويجهي آهي، بس جهنگل جي پنيان آهي، پر اها اسانجي صوبي ۾ نه آهي. اسانجي صوبي جي سرحد جهنگل اندر ختم ٿئي ٿي. انڪري ان اسپتال وارا اسانجو علاج نه ڪندا آهن. سدائين ائين چوندا آهن ته توهان پنهنجي صوبي جي اسپتال ۾ وڃو، اسانکي پنهنجا بيمارئي اڻ ڳڻيا آهن.... اسانجي صوبي جي اسپتال وارو ڊاڪٽر ڏاڍو سخت آهي، پر هو علاج سٺو ڪندو آهي. اسانجي ڳوٺ ۾ تپ جي وبا پکڙي ۽ هر گهر ۾ ڪونه ڪو ان تپ ۾ ونجي ويو، ۽ ماڻهو ڳوٺ ڇڏي ڀڄڻ لڳا، تڏهن اهو ڊاڪٽر هتي اچي ڪجهه ڏينهن ٽڪيو ۽ ڏينهن رات هڪ ڪري، بيمارن جي ٽهل ٽڪور ڪيائين ۽ وبا جو خاتمو ٿيو. خدا هن کي وڏي حياتي ڏئي، پر اسانجي صوبي جي ان اسپتال تائين پهچڻ مشڪل آهي. اها اسپتال هتان چاليهه ميل پري آهي ۽ سڙڪ ذريعي اوستائين پهچڻ ۾ ٻه ڏينهن لڳيو وڃن.“ مريض گالينا کي ٻڌائيندا هئا.

گالينا بيمارن جي طبي چڪاس ڪرڻ ۾ هٻڪندي ۽ گهٻرائيندي هئي ته متان ماڻهو هن جي اڻڄاڻائيءَ کي تاڙي نه وڃن. هنن جي تسليءَ واسطي هوءَ هنن جي ڇاتي ٺوڪي ڏسندي هئي ۽ ڦڦڙن جا آواز ٻڌڻ جي ڪوشش به ڪندي هئي. هوءَ ٻارن جي بدهضميءَ جو علاج ڪندي هئي ۽

عورتن جي تپ تاءَ جو پڻ. جيڪي دوائون هوءَ پنهنجي طرفان ڏينڊي هئي، انهن جا ڏوڪڙ نہ وٺندي هئي.

هڪ ڏينهن هڪ ٻڍي عورت هن وٽ آئي. هوءَ سڪل سڙيل ۽ پيلي هئي. هن جي منهن جا هڏا نڪتل هئا. هن سان گڏ هڪ نوجوان هو، جنهن جي ڏاڙهي ڪوڙيل هئي ۽ شڪل مان ويچارو ٿي لڳو. هن جا هٿ متڪن وانگر پنهي پاسي لڙڪي رهيا هئا. هن سان گڏ ڪوئيءَ ۾ بدبوءِ بہ آئي.

ٻڍي، جنهن جون اکيون رئڻ ڪري ڳاڙهيون ٿي ويون هيون، ۽ جنهن جا پيرون ۽ پنبٽيون ڪُسي ويل هيون، تنهن سڏڪا ڀريندي چيو "مان پنهنجو پٽ تو وٽ وٺي آئي آهيان. ڪنواري مريم جو قسم تہ ڪيترو ئي هن کي سمجهايان ٿي، پر هو مڙئي ڪونہ ٿو. مون هن کي چيو ٿورو پنهنجو خيال رک، پر هن ڪا پرواهہ نہ ڪئي. جي هن جو پيءُ جيئرو هجي ها تہ هنکي تنبيهہ ڪري ها ۽ هن جي ڪَنَلَ لاهي ڇڏي ها، تڏهن هو اهي ارڏايون نہ ڪري ها."

"معاملو ڪهڙو آهي؟" گالينا پڇيو.

ٻڍيءَ ڳوڙها اگهندي، نوجوان کي اڳتي ڌڪيو، جو حيران هو تہ ڇا ڪري.

"پٽ، گهٻراءِ نہ، هيءَ بلڪل ڊاڪٽر وانگر آهي.... شرم نہ ڪر، ڪوبہ شرم نہ ڪر...." ٻڍيءَ چيو.

ڇوڪري پريشانيءَ ۾ پنهنجن ڏندن جي نمائش ڪئي ۽ پنهنجين وڏين، ڪهرين ۽ سگهارين آڱرين سان پنهنجي

سوٽ جو پٽو ڍرو ڪري، لاچاري ڍنگ ۾ غليظ ۽ انتهائي بدبودار قميص مٿي چڪڻ شروع ڪئي.

گاليما تيز ڪائيندي پوئتي هٽي وئي ۽ اوچتو پريشاني ۽ جي حالت ۾ رڙ ڪيائين ”نڪري وڃ ... نڪري وڃ ... هڪدم هتان نڪري وڃ! .... تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ ... مان توکي حڪم ٿي ڪريان تہ فورن هتان هليو وڃ.... واسيلي! ڪيڏي چڱ هتان هنن کي.... او منهنجا خدا! هي ڪهڙا ماڻهو آهن، مونکي هتان ڪيئن ڇوٽڪارو ملندو؟“

هوءَ زور زور سان سڏڪا ڀرڻ لڳي، پوءِ ڊوڙي ڪلاس ۾ وئي ۽ در اندران بند ڪري ڇڏيائين. پر ڀڄيءَ پنهنجيون ڳوڙهن ڀريون اکيون رومال سان اگهيون ۽ هٿ سان پنهنجي سيني کي دٻائي، در جي اڳيان نوڙي چيو:

”سائنڻ! غريبن سان ناراض نہ ٿيءُ. خدا چوري ڪي ڪرتوتن جي سزا باد فرنگ جهڙي خطرناڪ بيماريءَ جي صورت ۾ ڏني آهي. مون هنکي ڇتاءُ ڏنو تہ پنهنجو خيال رک ۽ ڇوڪرين کان پري رهہ، خاص ڪري قتل نڪ واري فينڪا کان. پر هي ڇوڪرا ڪنهن جي سڻن ڏي نہ ٿا. جي هنجو پيءُ جيئرو هجي ها تہ هن جا اهڙا هڏ گڏ ڀڃي ها جو هو ڇوڪرين جي گهر جو رستو پلجي وڃي ها. فينڪا ڏاڍي گندي ۽ واهيات ڇوڪري آهي .. توهان کي تہ پتو آهي تہ اسپتال هتان چاليهہ ميل پنڌ تي آهي. مون هن کي لپري ٻڌي، پر لپريءَ مان ڪهڙو لاڀ. اهو درست آهي تہ هن کي اسپتال وڃڻ گهرجي، پر اتي ڏڪندو ڪيئن، هو ڏي

تہ اڪيلو ٻنيءَ تي ڪم ڪرڻ وارو آهي ۽ بنا مرد جي گهر جو چرخو ڪيئن هلي سگهي ٿو؟ هر چيز تباهہ ٿي ويندي ... ڀاڙيسرڻ هن ڪسي زخم تي ڀُورو ڀرڪيو هو ۽ ان مهل چاندوڪي هئي. ڀر جئن ئي ڀورو ڀرڪيائين، هو چڙي پنهنجي قميص ۾ پاڳلن وانگر ٽپا ڏيڻ لڳو ۽ وٺي ڀڳو. هو چڪيءَ تائين پهچندو ويو جا هتان ڇهہ ميل دور آهي، ۽ وري واپس گهر ڊوڙيو. ايندي ئي هن رڙ ڪري چيو تہ اما ڏاڍو پيو پوسري، ان ۾ اهڙو ساڙو ٿي رهيو آهي جو مان هڪ هنڌ بيهي نہ ٿو سگهان. پر ان مان فائدو ٿيو. ڦلوڪٽا ڦاٽي پيا ۽ انهن مان مواد نڪتو. هن کي ڀيو ڀورو لڳائڻ کپي، پر مارڻ ۽ ٻڌڻ سان بہ هو ڀاڙيسرڻ کي پنهنجي ويجهو اچڻ نہ ٿو ڏئي. تون ڀاڻ ئي ڏسيءِ سگهين ٿي تہ هو ڪيڏو نہ ڏٻرو ٿي ويو آهي ۽ هن جي جلد ٺيڪ ٿيڻ جي اميد ڪانهي!"

واسيلي آيو ۽ ٻڍيءَ کي ڌڪا ڏئي، ٻاهر ڪڍيائين، ۽ ڇوڪري کي ٻنيءَ ۾ اهڙي لت هنيائين، جو هو ڏاڪڻ تي وڃي ڪريو.

گهٽي مهل تائين گاليينا اهو منظر وساري نہ سگهي. ٻچان کان هوءَ ڏڪي ٿي وئي. واسيليءَ کي هن حڪم ڏئي ڇڏيو تہ هو مردن کي اندر ملڻ لاءِ اچڻ نہ ڏئي. جڏهن گهٽيءَ ۾ هوءَ ڪنهن نوجوان سان منهان منهن ٿيندي هئي تہ ڪراهت کان پنهنجيون اکيون هيٺ ڪري ڇڏيندي هئي. هوءَ هنن کان نفرت ڪرڻ لڳي هئي.

پوءِ به، هن وٽ مرد مريض ايندا رهيا.

(١٠)

وقت، آهستي آهستي، ٻارن جي شور شغل، هنن جي جهيڙن، ٺهڪن ۽ بي معنيٰ ڳالهين ۾ هڪ ڪرو گذرندو ويو، ۽ پورا ۽ اداس ڏينهن ننڍا ٿيندا ويا.

هڪ صبح جو هوءَ سجاڳ ٿي ته سڄو ڪمرو اڇو هو ۽ هر شيءِ اڇي هئي! سڙڪ، لوڙها، ڇتيون ۽ ڪڪر، اڇاڻ سان گڏ خاموشي به آئي هئي، جا ڪجهه وڌندڙ ٿي لڳي. هڪ گهوڙو خاموشيءَ سان گاڏي ڇڪيندو ٿي ويو. گاڏيءَ جا ڦيٿا ڏاڍي آرام سان برف اکيڙيندا ٿي هليا. هڪڙو ڪانءُ ڇت جي برف ۾ ڪي ڇهندو، گهرن تي خاموشيءَ سان اڏامي رهيو هو.

اهڙي مڪمل خاموشيءَ کي صرف ٻار ٽوڙي رهيا هئا. هنن جا گل ڳاڙها ٿي ويا هئا ۽ هو شور مچائيندا، قسمين قسمين آواز ڪيندا اسڪول اچي رهيا هئا.

پوءِ ڳوٺ جي هن پار ڪان هوا جي پرن تي گهنڊڙين جو آواز آيو. مڇرن جي پرن پرن جهڙو هي هلڪو آواز وڌندو ويو ۽ نيٺ ديول جي ويجهو پهچي رڪجي ويو.

هو ڪير ٿي سگهي ٿو؟

منجهند جي مانيءَ کانپوءِ، گاشڪا ڊوڙندي اسڪول آئي، ۽ پرانگهون پري ڏاڪڻ چڙهي. هن پاڻ سان گڏ پنهنجا

پريل پريل گلابي ڳٽا، برف جي سڄر هڪار ۽ سردي آندي هئي. هن جون وڏيون وڏيون اکيون چمڪي ۽ کلي رهيون هيون.

”مالڪياڻي ۽ توهان کي سڏايو آهي، ڪو مهمان آيو آهي.“ هن سهڪندي گالينا کي چيو.

”ڪهڙو مهمان؟“

”اڙي ڪارو....“ هو ۽ ٿهڪ ڏئي کلي ”۽ ٽيڏو....“ وري هن ٽهڪ ڏنو.

گالينا هن کي غور سان ڏسڻ لڳي.

”گاشڪا، تنهنجي عمر ڪيتري آهي؟“

سگهارو، صحتمند ۽ گلابي چهرو گنڀير ٿي ويو. چمڪندڙ وڏين اکين جو ڪلڻ بند ٿي ويو. هاڻي هو ۽ چتائي نهارڻ لڳي. هنجي منهن مان چلولائي ۽ بدران چسپائي ظاهر ٿيڻ لڳي.

”ستن سالن جي عمر تائين مان ڳالهائيندي ڪانه هئس.“ هن چيو.

گالينا سوچيو ته ڇوڪري ناهوڪي آهي.

”گاشڪا، تون ڪٿي جي آهين؟“

ڇوڪري لاڳيتو هن کي چتائي ڏسي رهي هئي، ۽ هن جون اکيون وڏيڪ وڏيون ٿي ويون هيون.

”اما مونکي ڏاڍو ماريندي هئي ۽ بابو....“

”ڇا تون هتي چائي هنئين ۽؟“

”نه ..“ هن پنهنجو ڪنڌ لوڏيو ”پر واري هڪ ٻئي ڳوٺ ۾.“

وري هوءَ ٻهڪڻ لڳي، ۽ تندرستي، جوڀن ۽ ٽهڪن جي ڇڻڪن سان ڀرجي وئي، ۽ رڙ ڪري چيائين ”سهمان.... جلدي ڪريو.“

جڏهن گاشڪا ڪلاس مان لنگهي رهي هئي ته فرش جا تختا هنجي بارڪان جهڪي رهيا هئا ۽ چيڪاٽ ڪري رهيا هئا. ڏاڪڻ جي ڏاڪن به هن جي ڊوڙڻ ڪري چرڙاٽ ڪيا. سڙڪ تي به هوءَ ٻڪندي ۽ پنهنجي گهوڙي جي ٽَلَ مان ٺهيل جوتن کي برف تي ٺوڪيندي رهي.

جڏهن گالينا پادريءَ جي گهر پهتي ته دستور موجب هن جو گرمجوشيءَ سان آدرڀاءُ ٿيو. هن اڄ به پادريءَ جي زال واسطي هڪ رسالو آندو هو. پادريءَ جي زال هي رسالا گهرائيندي هئي ۽ جڏهن رسالو ايندو هو ته وڏي چاهه سان ان جا پنا اٿلائيندي پٿلائيندي هئي، پر جڏهن گالينا ٻئي ڀيري ايندي هئي ته پڙهڻ بنا اهو رسالو واپس ڪندي هئي ۽ نئون رسالو گهرندي هئي.

”اڄ ته مان توکي ملايان....“ پادريءَ جي زال چيو ۽ ڦرين گالينا جي طرف ۽ پوءِ پادري ۽ هڪ ڪارن وارن واري شخص طرف ڏٺائين، جنهن جي عمر ٣٢ سال کن هئي ۽ جنهن جون اکيون ڪاريون، تيز ۽ تيڏيون هيون ”هي اسانجو ڊاڪٽر آهي ۽ هيءَ اسانجي گالينا آهي ... توهان ٻنهي ۾ ڪافي دوستي ٿيڻ کپي.“

ڊاڪٽر ڏاڍي بيپرواهيءَ سان گالينا سان هٿ ملايو. هن جو چهرو گالينا طرف هو، پر هن جون اکيون، جي

چمڪندڙ، ڪاريون ۽ اهڙيون تيز هيون جو انهن ۾ پاڳلپڻ جو هلڪو گمان ٿي پيو، سي گالينا جي پٺيان دريءَ جي پردي تي هيون.

”ڊاڪٽر ڪورمايا، هن ضلعي جو سول سرجن“ هن تيزيءَ سان چيو، پنهنجو ڪنڌ تيزيءَ سان لوڏيو، مڙيو ۽ ليدوچڪا وٽ پهچي هنکي چيائين ”چا تون دوا باقاعدي پي رهي آهين؟ ٺيڪ آهي، مان توکي هڪ سئي به هڻندس ۽ گرمين تائين تون صفا چڱي ڀلي ٿي ڪڍڻ ۽ کيڏڻ لڳندينءَ.“

”خدا ڪري.“ ليدوچڪا جي ماءُ چيو.

ڊاڪٽر ڪمري ۾ ٽهلڻ لڳو. هن جا ڪارا وار هنجي مٿي تي وکريل هئا. هو دريءَ وٽ بيهي، ان کي اگر سان وڄائڻ لڳو. وري ڪوچ تي ويهي رهيو. وري ٽپ ڏئي اٿي بيٺو ۽ غاليچي جي اونڌي ٿيل ڪنڊ کي ڪاوڙ مان لت هنيائين. پاسيرو بيهي، ڪمري جي ٻئي طرف نهاريندي اوچتو گالينا کان پڇيائين:

”تو پڙهائڻ جي سکيا ورتي آهي؟“

”ها.“ گالينا وراڻيو.

وري بنا سبب هو ڪمري ۾ هيڏانهن هوڏانهن پسار ڪرڻ ۽ غاليچي کي ٺوڪرون مارڻ لڳو.

گالينا کي دل ۾ خيال آيو ته هنجي ڏاڙهي ٻچي ۽ رنگ منگولن جهڙو زرد آهي.

وري هو هنجي سامهون پاسيرو ٿي بيٺو ۽ هن طرف نه

پر ڀئي طرف نهارڻ لڳو.

”توهان ڪنهن جذبيءَ هيٺ ڏي هتي آيا آهيو نه؟ مثال طور هارين ۾ شعور جاڳائڻ، هنن ۾ علم جي روشني ڦهلائڻ، ورنه هتڙي دور دراز ڳوٺ ۾ اچڻ جو ڪهڙو مقصد.... هون!“ ڊاڪٽر چيو.

گاليئنا جا ڀروون سنسي ويا ۽ نرڙ ۾ گهنج ظاهر ٿيا. ڇا هو منهنجو امتحان وٺڻ ٿو چاهي، هن ويچاريو.

چانهه جي ميز تي هنن پنهي هڪ لفظ به هڪ ٻئي سان نه ڳالهايو. رات ۾ اچين ۽ ڪارين درين مان برف هلڪي نموني چلڪي رهي هئي، ۽ گهڙيال ٽڪ ٽڪ ڪري رهيو هو. ڊاڪٽر پنهنجي پيالي مان ڍُڪ ڍُڪ ڪري چانهه پي رهيو هو ۽ گفتگو ڪري رهيو هو.

”خبر ناهي هي ماڻهو ڪهڙي مٽيءَ مان ٺهيل آهن. پر واري ڳوٺ ۾ خارش جي بيماري پکڙجي وئي آهي. مان پنهنجي نائب سان وڃي گهر گهر سائٽرڪ ائسڊ (Citric Acid) ۽ ميون جي رس ورهائيندو آهيان....“

”پوءِ ته هنن کي ڪاڌو ڪارائڻ کپي.“ پادريءَ جي زال چيو.

ان تي پادري دميتريءَ زال کي غصي مان ڏٺو.

ڊاڪٽر پنهنجي هڪ ٽنگ ٻئي گوڏي تي رکي، بوٽ جو ترو ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي ته ان جو ترو نه نڪري ڪونه ويو آهي. پوءِ هن سگريٽ جو هڪڙو ڪش هنيو ۽ جهڪي، پنهنجي وات مان آتشدان طرف دونهون ڇڏيائين.

آتشدان مان آرام ڏيندڙ گرمي، سڄي ڪمري ۾ پکڙجي رهي هئي.

ڊاڪٽر چوڻ شروع ڪيو ”مان هڪڙي گهر ۾ ويس. مڙس مري رهيو هو. هن کي گهڻو وقت کان سلهه جي بيماري هئي. هو بينچ تي ليٽيل هو ۽ هن جي هڪ ٻانهن بينچ کان هيٺ لڙڪي رهي هئي. هن جا ڇهه ٻار ستا پيا هئا. هن جي زال چلهي وٽ مصروف هئي. ڪچي فرش تي هڪ ٻار، سوئر جي پيٽ تي پنهنجو مٿو رکي ليٽيو پيو هو. سوئر گرائي رهيو هو، جنهن تي ٻئي خوش ٿي رهيا هئا. هڪ ڳاڻو بينچ وٽ بيٺو هو ۽ پيٽ وٽان بيمار جي قميص چٻاڙڻ لڳو. بيمار مشڪل سان پنهنجيون ٻانهون چوري تي سگهيو. ڳاڻي تان نظر هٽائي، هو عورت ڏانهن ڏسڻ لڳو ۽ ساري سگهه گڏ ڪري چيائين: ڏائڻ، هي تو کي نظر ڇو نه ٿو اچي.... عورت چلهو ڇڏي ٽپ ڏئي اٿي ۽ ڳاڻي کي ٻري هڪليو ۽ مڙس ڏي منهن ڪري تکو ٿي چيائين: بس چپ چاپ پيو آهين، ڏس خدا تو کي ڪهڙي سزا ڏني آهي، ڪيئن نه پيو آهين، سڀڪجهه ناس ٿي ويو آهي، پر تو کي ڪا پرواهه ئي ڪانهي .. مون مريض جي نبض ڏٺي. پچڪاري ۽ ڪافور ڪڍيم ۽ هن کي سئي لڳايم. هن جي حالت خراب هئي. پوين پساهن ۾ هو. عورت پنهنجي گهر جي در مان مٿو ٻاهر ڪڍيو ۽ رڙ ڪئي: چوري، او چوري!... هيءَ ڪٿي ڪيڏانهن هلي وئي.... ڏيڍيءَ مان ٻارن جي کيڏڻ جو شور اچي رهيو هو. عورت پنهنجي خاوند طرف

ڏنو ۽ هٿ مهٽي چوڻ لڳي: مري رهيو آهين! مونکي ڇو
ٿو اڪيلو ڇڏي وڃين؟.... ۽ مرد، پنهنجي دم نڪرندڙ
اکين سان، زال ڏي گهنڊ چڙهائي نهاريو ۽ اهڙو آواز، جو
مشڪل سان ٻڌڻ ۾ ٿي آيو، چيو: مرين تون پاڻ.... هن
اهو جملو پورو به نه ڪيو هو ته هن جو ساهه بند ٿي ويو....
عورت، پنهنجو مٿو لاش تي رکي رڙڻ ۽ ٻار ڪيڻ لڳي.
پوءِ اوچتو اٿي ۽ پنهنجي پاٽ وٽ پهچي وئي، جنهن ۾ اڌو
هو. هن 'اي منهنجا خدا' چيو ۽ اڌو گوهڻ ۾ لڳي وئي،
ڇو ته ماني پچائڻ رکجي نه ٿي سگهي. ان عورت کي ڪجهه
وقت کانپوءِ مون وري ڏٺو. هوءَ گهري ڪنڊا ٿي ۽ مرجهائي
وئي هئي، هن جون اکيون ڏرا ڏئي ويون هيون. هوءَ صبر
۽ غم جي هڪ خاموش تصوير هئي .... هارين جا زندگيءَ
جا پنهنجا قانون ٿيندا آهن."

هو اٿي وري ڪمري ۾ اچ وڃ ڪرڻ لڳو. گاليچي
کي وري نوڪرون هٽندو رهيو جيتوڻيڪ هاڻي ان ۾ نه
گهنج هئا ۽ نه ڪا ان جي ڪنڊ اٿي ٿيل هئي.

"اسانجا هاري، اسانجا ڳوٺاڻا، هڪ گهاٽي اونداهه ۾
حياتي گذاري رهيا آهن، پر دل جا نرم آهن" پادريءَ
ڪوٽ جون ٻانهون مٿي چڙهائيندي چيو "مونکي هڪڙو
واقعو پيش آيو...."

گالينا نظرون هيٺ ڪري ويٺي رهي. هن جي پلڪن
جو ڇانچو هنجي منهن تي پئجي رهيو هو، جنهن مان هنجي

حياءَ جو اظهار ٿي ٿيو. هنجي اکين آڏو گندا ۽ سو ڳيا ٻار ۽ وڏيري نيڪيفور جي سامهون ڪٽي وانگر پڇ لوڏيندڙ ماڻهن جو اونداهو ۽ گهاٽو جهنگل ڦري رهيو هو. ساڳئي وقت هن جي ذهن ۾ اهڙا جذبا اڀريا جن ۾ ابتڙائي هئي. هن کي خيال آيو ته ڪهڙي طرح ڊاڪٽر جي تيزي پڇڻ کپي.

"ان لاءِ ماڻهن کي الزام ڏيڻ آسان آهي، هنن کي ڏوهي ٺهرائڻ سولو آهي." گالينا چيو، پر پنهنجي ان ڳالهه جي چٽائي ڪرڻ جي پاڻ ۾ اهليت نه ڏسي، هوءَ ڳاڙهي ٿي وئي، ڇو ته جو ڪجهه هوءَ چئي رهي هئي، اهو هنجي پنهنجي جاچنا ۽ خيالن جي خلاف هو. پوءِ ڳالهه پوري ڪرڻ لاءِ چيائين "ماڻهن جي حالت ڏاڍي خراب آهي، هنن جي جيون بيحد ڪٺن آهي."

به تمام تيز نگاهون هن جو گهيرو ڪري ويون، ۽ هن کي محسوس ٿيو ته انهن ۾ نفرت ڀريل آهي.

"ماڻهو! ڪهڙا ماڻهو؟" ڊاڪٽر چيو.

هو هڪ پيت ڪان ٻي پيت تائين تڪڙيون تڪڙيون وکون کڻي رهيو هو. هن پنهنجي پير سان غاليچي جي ڪنڊ سڌي ڪئي، جنهن کي هن پاڻ ئي الٽو ڪيو هو ۽ گالينا جي ڇهري تي اکيون کپائي، اهڙي طرح هن جي ويجهو آيو ڄڻ ته هن کي منڊڻ لاءِ ڪو عمل ڪندو هجي.

"توهان جو نيڪيفور به ته آخر انهن ماڻهن مان آهي. هو ٢٣ ڳوٺن ۾ خارش جي بيماريءَ جو ڪارڻ آهي. هن انهن ڳوٺن وارن جو سڀڪجهه کسي ورتو آهي. هائي هنن

وٽ باقي ڇمڙي ۽ هڏا وڃي رهيا آهن، سي به اهو وڏيرو ڇٻاڙي رهيو آهي .. هون.... ماڻهو! هي هاري ... هي ڳوٺاڻا .... ڳالهيون ناهڻ مان ڪهڙو فائدو...."

ڇڻ هو ضبط ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. هن پنهنجا وار ٺيڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر اهي ائيا ئي رهيا. هو وري آتشدان وٽ اچي ويٺو، جنهنڪري هن جو هڪڙو پاسو رت جهڙو ڳاڙهو نظر اچڻ لڳو ۽ پٺ تي هن جو پاڇو هڪ هنڌ ڄمي ويو.

"ماڻهو!.... نيڪيفور به ته انهن ماڻهن مان هو. پر زميندار بڻجي وڃڻ ڪانپوءِ ڪهڙو روپ ورتو اٿائين. خرابي زميندار بڻجڻ ۾ آهي، ڏوهه ان سرشتي جو آهي، جو زميندارن کي جنم ڏئي ٿو ۽ ان کي برداشت ڪري ٿو." ڊاڪٽر چيو.

پادري پنهنجي ڳالهه ٻڌائڻ لاءِ بيتاب ٿي رهيو هو. هن وري اها ڳالهه ٻڌائڻ شروع ڪئي: "منهنجا ٽي گهاٽي رنگ جا گهوڙا چوري ٿي ويا ۽ وري مون چا ڏٺو ته اهو ئي ماڻهو اچي منهنجي پاڻ جي پير...."

"نه، توهان کي حقيقتن کي منهن ڏيڻو پوندو. پنهنجيون اکيون بند ڪرڻ يا وهاڻي هيٺان سڀ لڪائڻ صحيح نه آهي" ڊاڪٽر وچ ۾ چيو. هن جون اکيون چمڪي رهيون هيون ۽ هن جو ڌيان پادريءَ طرف نه هو.

ڳالهيون اچا به هن ڪان ٿهيل هئي. هن اکيون مٿي ڪڻي ڪانسواءِ سوچيو: هي ڪنهن هڪڙي هاريءَ جو سوال نه آهي پر سڀني هارين جو گڏيل مسئلو آهي.... اصل ۾ هن

جو خيال اهو ئي هو، پر هوءَ لفظن جي چٽائي ڪري نہ ٿي سگهي. بهرحال مخالفت جي جذبي هيٺ هن تڪڙ ۾ هڪڙو دليل پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جو هن ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيو هو. ان ۾ ”ماڻهو“ جو لفظ پوري گهوناٽي جيون لاءِ ڪتب آندو ويو هو. هن وري پنهنجي ڳالهہ دهرائي:

”هارين کي الزام ڏيڻ سهنجو آهي تہ هو ظلم جو مقابلو نہ ٿا ڪن، هو حالتن کي بدلائڻ لاءِ هٿ پير نہ ٿا هلائن، سرشتو ڦيرائڻ لاءِ جاکوڙ نہ ٿا ڪن ... پر ان لاءِ شعور.... ان لاءِ تنظيم....“

اهو محسوس ڪري تہ هوءَ ان باري ۾ ڪجهہ وڌيڪ چئي نہ ٿي سگهي، هن وچڻ جي موڪل گهري.

”گالينا، اسان وٽ ايندي ڪر. تو تہ اسانکي وساري ڇڏيو.... هان، هي وٺ پنهنجو رسالو. مونکي اهو پڙهڻ جو وري وقت نہ مليو. مان پوءِ پڙهندس. جڏهن نئون پرچو اچي تہ کڻي اچجان.“ پادريءَ جي زال چيو.

ٻاهر سخت سيءُ هو ۽ اونداهين جهڳين مٿان نيري پولار ۾ تارا چمڪي رهيا هئا. گهٽيءَ ۾ هنجي پيرن هيٺان برف چرمر ڪري رهي هئي. هن پنهنجا ڏند ڀڪوڙي ڇڏيا هئا ۽ ڏڪڻيءَ کي روڪڻ لاءِ، گرم ٿيڻ واسطي، تڪڙيون تڪڙيون وکون کڻي رهي هئي.

اسڪول پهچڻ تي، ورانڊي جي ڏاڪڻ تي هن هڪ پل واسطي مڙي پوئتي ڏٺو. هن کي محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ سرد اونده ۾ ڪا ڳالهہ اچي رهيو آهي ۽ هن جو ڏکيو

ڪوٽ هن جي پيرن ۾ وچڙي رهيو آهي.

هن دروازو بند ڪيو ۽ پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ هلي وئي. ٻنهي ڀارڻ ٻنا جلدي پنهنجا ڪپڙا لاٿائين ڇوته هوءَ ان صاف ۽ ٿڌي بستري لاءِ بيتاب هئي، جو هنجي ڪمبل اوڙهيندي ئي گرم ٿي ويندو.



(١١)

ائين ٿي معلوم ٿيو ته ڄڻ سردي ختم ڪانه ٿيندي. اهي ٿي برف ۾ ڍڪيل جهوپڙيون، جي پورهيتن وانگر اڇي ٽوپي پهريل لڳنديون هيون. اها ئي بي انت برف، جا پري پري تائين پکڙيل هئي. برف جي ڍيرن جي وچ ۾ اها ئي اونهي ليڪ، جا سڙڪ تان برف گاڏين لنگهڻ ڪري بڻجي وئي هئي. جڏهن برف گاڏيون ان تان هلنديون هيون ته سوارن جي صرف سسي ۽ ڪلها ڏسبا هئا. ڪوهه جي چوڌاري ته روزبروز برف جا دڙا وڏا ٿيندا ٿي ويا ۽ جڏهن گهوڙا هوديءَ مان پاڻي پيئڻ ايندا هئا ته هنن کي هڪڙو گوڏو برف تي ٽيڪڻو پوندو هو. هاري برف ڪاٽڻ جي پرواهه نه ڪندا هئا.

ناتال ڪان اڳ، گالينا ۽ پادريءَ جي زال هڪ پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ گاڏيءَ تي هڪڙي ڳوٺ ۾ ويون، جو پندرهن ميلن جي پنڌ تي هو. هيءَ پارٽي اتي جي اسڪول ۾ ٿي. هتي گالينا جي ملاقات پنهنجي ساڳئي پيشي وارن ماسترن ۽ ماسترياڻين سان ٿي.

هڪ ڀيرو وري هن کي سڀ وٿون پنهنجي اندازي جي خلاف صفا عام ڏسڻ ۾ آيون.

بلڪل معمولي ماڻهو، هو پاڻ ۾ ڪل ڀوڳ ۽ دل لڳيءَ جون ڳالهيون ڪري رهيا هئا. غريبيءَ مظلوميت جو ڪو خاص اهڃاڻ ڪونه هو، ۽ نه انهيءَ ڳالهه جو پتو پيو ٿي ته هي ماڻهو جهالت جي اوندهه ۾ علم جو سوجهرو پکيڙڻ جو بلند ڪم خاموشيءَ سان ڪري رهيا آهن.

اتي ڪا اسرار ڀري رومانوي فضا به ڪانه هئي، جا ڏاڍي خوبصورتيءَ سان، انسان جي حقيقي جيون تي پردو وجهي ڇڏيندي آهي. ڳالينا کي احساس هو ته هنجي همپيشي وارن جا اندر ڪاڏل هئا. هوءَ دل جي گهراين ۾ ان تي ايذاءُ محسوس ڪري رهي هئي.

هو پاڻ ۾ چئي رهيا هئا ته گوشت مشڪل سان ملي ٿو ۽ ڪير مهانگو ٿي ويو آهي. هو تعليم کاتي جي انسپيڪٽر، امتحانن ۽ اسڪول بورڊ بابت ڳالهيون ڪندا رهيا ۽ پنهنجي غير حاضر سائين تي طرح طرح جي ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ ۾ مشغول رهيا. اهي سڀ شيون ايتريون سڌيون ساديون ۽ ايتريون روايتي هيون، جو ڪنهن حد تائين اڻ نهڪندڙ معلوم ٿيڻ لڳيون.

جڏهن هوءَ پادريءَ جي زال سان موٽي رهي هئي ته هن کي ڏاڍو سيءُ لڳي رهيو هو، پر هن کي هڪڙي قسم جو آٿت محسوس ٿي رهيو هو ڇڻ هنجي تجربن ۾ حياتيءَ جي ڪنهن نئين پهلوءَ جو واڌارو ٿيو هو. هن کي اهو ياد

ڪري خوشي ٿي ته جڏهن هوءَ ۽ پادريءَ جي زال، برف گاڏيءَ ۾ ويهي، روانيون ٿيڻ واريون هيون ته سڀ ماستر ۽ ماستريائڻيون هنن کان ڏاڍي حُب سان موڪلائڻ آيا هئا.

(١٢)

نبيٽ هڪڙو آفيسر اسڪول ۾ آيو. هي واقعو هڪ ڏينهن منجهند جي مانيءَ ڪانپوءِ ٿيو.

برف ڄمي، پڪي ٿي وئي هئي. پر جهنگل ۽ آسمان جي افق جو رنگ نيرو هو. اسڪول خالي ٿي چڪو هو ۽ گالينا منجهند جي ماني کائي اچي ڳوٺ جي دڪان تي ويٺي هئي.

دستور موجب دڪاندار هن کي نوڙي کيڪاريو ۽ هن سان خبرون چارون شروع ڪري ڏنائين:

”ڏسو نه منهنجي زال بيمار آهي. توهان کي ته ڄاڻ آهي ته هن جون ڏڏيون سُجيل آهن. بهتر اهو هو ته هن جو رت ڪڍيو وڃي. ان ڪري هن جي سيڙ چوڙائي وئي ۽ ان سان گڏ ڏاڍي بدبوءِ نڪتي. بس ڳوڻ وانگر وڃي پٽ تي ڦهڪو ڪيائين، ۽ ان ڪانپوءِ بستري داخل ٿي وئي آهي....“

اوچتو هن پنهنجو منهن ٻئي طرف ڦيرايو ۽ ڪجهه ٻڌڻ لڳو.

”گهنڊڻين واري برف گاڏي.... اهو پوليس انسپيڪٽر نه آهي، هن جي گهنڊڻي ڏاڍي زور سان وڄندي آهي....

ٽڻ.... ٽڻ.... ٽڻ.... هيءَ ته ننڍي گهنڊڙي آهي. هي ويمي وارو به نه آهي، ڇو ته هن جي گاڏيءَ جي سازن ۾ گهنڊڙيون لڳل آهن.... ڇا ڪو ماڻهو توهان سان اسڪول ۾ ملڻ آيو آهي؟ پڌو، هو توهانجو ڪاڻو پنيوالو گهٽين ۾ شاگردن کي سڏي رهيو آهي. ممڪن آهي ته توهان جو تعليمي انسپيڪٽر هجي.... هو متي تي آسمان کٽي ڏيندو آهي، پنهنجو پاڻ کي اهم شخصيت سمجهندو آهي."

گاليما رستي تي آئي. واسيلي، اگهاڙي متي، انهن جهوپڙين جي قطار ۾ ڊوڙي رهيو هو، جي شام جي ڏند ۾ اڻ ڇنيون ٽي ويون هيون ۽ انهن جي درين کي لٺ سان ڪڙڪائي، زور سان چئي رهيو هو:

"ٻارن کي اسڪول موڪليو، انسپيڪٽر آيو آهي."

هو ڊڄندو گاليما وٽ آيو ۽ چيائين:

"انسپيڪٽر صاحب آيو آهيءَ توهانجو پڇي رهيو آهي."

اسڪول وٽ هڪ ويڪري ٽن گهوڙن واري برف گاڏي بيٺي هئي، جنهن ۾ اندر غاليچو وڇايل هو. گاڏيءَ جي سازن جون گهنڊڙيون اڃا تائين هلڪي نموني وڄي رهيون هيون.

بنا بتيءَ جي، اونداهي ڪلاس ۾ هڪ ٻندرو گول مول شخص اچ وڃ ڪري رهيو هو. هن کي ٻگهڙ جي کل جو ڊگهو ڪوٽ، ٻڻجن واري ٽوپي ۽ گرم بوٽ پهريل هو. هن ماستريائيءَ جي ڪونيءَ ۾ به ليئو پائي ڏنو ٿي ۽ مڙي رڙ ڪري چيائين ٿي "حد ٿي وئي، ڪو ضابطو ڪونهي،

ان جي ڇا معني؟“

شام جي ڏنڌلي سوجهري ۾ هن گالينا کي ڪوٽ ۽ ٽوپي پهريل ڏٺو، ۽ هن طرف مڙي چيائين ”تہ تو مون کي انتظار ڪرايو!“

”مونکي اڳواٽ اطلاع نہ هو.“ گالينا وراڻيو.

”ڇا تون چاهين ٿي تہ مان تو کي وفد موڪليان؟.... ۽ اسڪول؟ ظاهر آهي تہ هي اسڪول صفا برباد ٿي ويو آهي... چڱو، تہ تون منهنجي مرحبا اوور ڪوٽ پهريندي ڪنديءَ؟“

گالينا جو گلو بند ٿي ويو ۽ هوءَ پنهنجو اوورڪوٽ لاهڻ لاءِ هلي وئي.

ڪلاس ٻارن سان ڀرجي ويو. هنن ڊڄي ڊڄي چئني طرف نهاريو ۽ پوءِ پنهنجي پنهنجي جڳهہ تي وڃي ويٺا. واسيليءَ بتي ٻاري. گالينا ڇيڙي واري بينچ وٽ ويٺي هئي ۽ پنهنجو پاڻ تي قابو پائڻ واسطي پوري ڪوشش ڪري رهي هئي. بندرو گول مول شخص هيئنئر بہ ڪلاس ۾ هيڏانهن هوڏانهن اچ وڃ ڪري رهيو هو. هن جو اوورڪوٽ فرش تي گهلجي رهيو هو. هن هڪ ڀيرو بہ گالينا ڏي نظر ڪٿي نہ ڏٺو.

”دعا!“ هن حڪم ڏنو.

ٻار پنهنجا پير ستيندا ۽ ڪڙڪا ڪندا اٿي بيٺا. هنن پنهنجو منهن انسپيڪٽر ڏانهن ڦيريو جو اونداهي ڪنڊ ۾ هجڻ ڪري، پوري طرح نظر نہ اچي رهيو هو. هي پنهنجي

نرڙ تي ٿي آڱريون رکي انتظار ڪري رهيو هو.

”مارفوشا، دعا پڙهو....“ گالينا پنهنجي پيرين گلي تي قابو پائيندي چيو.

”هن جو ڀورو نالو پڪار!“ انسپيڪٽر تيز آواز ۾ چيو. هو پنهنجيون آڱريون نرڙ تي رکي، ٿورو نوڙي، انتظار ڪندو رهيو.

گالينا ڪن لاءِ هٻڪي ۽ پوءِ پنهنجي حافظي تي زور ڏئي چيائين:

”مارفوشا يلانديئا، دعا پڙهو!“

ننڍڙي ڇوڪريءَ پنهنجيون نيريون اکيون، اوندهه طرف ڪنيون، پنهنجيون آڱريون انسپيڪٽر وانگر پنهنجي پيشانيءَ تي رکيائين ۽ سنهڙي آواز ۾ شروع ڪيائين: ”پاڪن ۾ پاڪ..“

اوچتو هن پنهنجو ڪنڌ پنهنجي ماستريائيءَ طرف ڦيريو ۽ هن ڏانهن نهاريندي چيائين ”اڄ صبح ته دعا پڙهي چڪا آهيون....“

”پڙهو، پڙهو....“ انسپيڪٽر حڪم ڏنو.

انسپيڪٽر ڪلاس ۾ اچ وڃ ڪري اپامي رهيو هو.

”تو کي اسڪول جي ضابطي جو به ڪجهه ڌيان آهي يا اهو تو واسطي محض هڪ خالي لفظ آهي؟“ هن گالينا کي چيو.

”پاڪن ۾ پاڪ خدا، پنهنجي پاڪ روح ذريعي برڪتون نازل ڪر....“ ڇوڪريءَ وري دعا شروع ڪئي.

انسپيڪٽر ڦڙتائيءَ سان پنهنجي مٿان صليب جو نشانو بنايو ۽ پارن ڏانهن ڏٺو. هنن پڻ زور سان ڀاڻ تي صليب ٺاهيو.

دعا پوري ٿيڻ تي انسپيڪٽر شاگردن کان سوال شروع ڪيا:

”ڪنڊ وارا ڇوڪرا ٻڌاءِ! ست صوف ۽ ٽي ۽ انهن مان چار ڪڍي ڇڏ ۽ باقي ٽن ٻارن ۾ ونڊ ڪر، هر ٻار کي ڪيترا صوف ملندا؟“

ڇوڪرو اکيون ۽ وات پٽي، ٽڪٽڪي لڳائي ڏسندو رهيو.

”چڱو، چڱو، هيڏانهن اچ.... ٿورو پنهنجو هٿ ڏيکار!“

ڇوڪرو ڪجهه سمجهي نه سگهيو ته صاحب ڇا ٿو چاهي، پر هن پنهنجا هٿ کوليا، جن ۾ وڏا وڏا گندا ننهن هئا.

”تون هنن کي هٿ چوين ٿو؟ هي ته چنبا آهن، ڪُرَ آهن.... چڱو هاڻي تون ڏيکار.... تون ... تون ... تون ...“ هڪ ٻئي پٺيان ڪيترن شاگردن کي هن چيو ”سڀ هڪجهڙا آهن، جانورن جا چنبا، هي هٿ نه آهن. هڪدم پنهنجا ننهن ڪترايو.... وڃو، ڀڄو پنهنجي پنهنجي گهر!“

ٻار، جي اچا به سمجهي نه سگهيا ته ڪهڙي ڳالهه آهي، پنهنجا ڪلها جهڪائي، سهي وانگر انسپيڪٽر کي ڏسندي، هڪ ٻئي کي ڌڪا ڏيندا ۽ ٽڪر هڻندا، ڪلاس مان نڪتا ۽ سڙڪ تي پهچي تيز ڊوڙڻ لڳا.

انسپيڪٽر ڪلاس ۾ اچ وڃ ڪندو رهيو. ٻوءِ گاليندا

جي صفا سامهون اچي رکيو جتي هوءَ اچا چرپر ڪرڻ ڪانسواءِ بيٺي هئي.

”ماڻ تو کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان ...“ هو اوچتو ماٺ ٿي ويو. هن ميهل تائين هن ماسترياڻيءَ جي منهن ڏي نـه ڏٺو هو. هن مهل تائين هن هڪ گونگي ۽ بيحس مورتيءَ جي موجودگي محسوس ڪئي هئي. هينئر هن وچڙيل، گهاٽين پلڪن ۾ڪنواريون اکيون ڏٺيون. اکيون، جي چمڪندڙ ۽ آليون هيون، شايد جوشيلي ڪيفيت ڪري يا شايد شرم ۽ رنج جي احساس ڪري. هن جا ڳل جوانيءَ جي گرميءَ ڪري ڳاڙها ٿي رهيا هئا.

”ويهي رهه، مهرباني ڪري هاڻي ويهي رهه. جڏهن ٻار هتي هئا ته تون ويهي نه ٿي سگهينءَ ڇو ته ضابطو ضروري شيءِ آهي .... هون، اڙي ڪو آهي؟“ انسپيڪٽر پنهنجو وزني ڪوٽ لاهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو ”اڙي چوڪيدار!“

”واسيلي!“ ڳاليتا چوڪيدار کي سڏيو ”ڪوٽ لاهڻ ۾ صاحب جي مدد ڪر.“

هن جو ڪوٽ لهرايو ويو.

اوورڪوٽ ڪانسواءِ هو اچا به وڌيڪ گول مول ڏسڻ ۾ اچڻ لڳو. هن جي ڏاڙهي ڪوڙيل هئي. هو لاڳيتو هٿ مهٽي رهيو هو.

”منهنجي نوڪري ڏاڍي واهيات آهي. ماڻ تڪجي پيو آهيان. سمجهي نه، تڪجي پيو آهيان. مون ڏگهو سفر

ڪيو آهي ۽ سرديءَ جي ڪري ڪُلفي ٿي ويو آهيان. اها به چڱي ڳالهه آهي جو اڄوڪو ڏينهن ٿورو گرم آهي.... مونکي اڄ اڳتي وڃڻو آهي. ها، ورنه مان دورو پورو ڪري نه سگهندس.... هر جڳهه بيپرواهي آهي. تو کي يقين نه ايندو، پر هي اسڪول نه آهن، خبر ناهي ڇا آهن.... تنهنجي شاگردن کي ڏسي چڱو خيال ٿئي ٿو، ذهين ڇهرا آهن، پين اسڪولن وارن کان الڳ."

هن پنهنجا هٿ مهٽيا. هڪ بينچ تي ويهي رهيو ۽ وري اٿي بيٺو.

گاليئنا ويچاريو ته هي شخص ڇا ٿو چاهي؟

"تو کي اعتبار نه ايندو، پر اڄ سڄو ڏينهن مونکي چانهه جو ڍڪ پيئڻ جي فرصت نه ملي آهي. بس جلدي جلدي...."

"ڇا توهان چانهه پيئندا؟" گاليئنا پنهنجي پريشانيءَ ۾ هٻڪندي پڇيو."

"جيڪڏهن تو کي تڪليف نه ٿئي.... تڪليف نه ٿئي.... مان تو کي تڪليف ڏيڻ نه ٿو چاهيان...."ائين چئي انسپيڪٽر، گاليئنا جي ڪوٺيءَ ۾ هليو ويو ۽ گاليئنا، واسيليءَ کي سڏيو.

"واسيلي! سماوار ٻاري وٺ ۽ اهو ڪٺي اندر رک. پر ڏس، ان ڪانپوءِ هليو نه وڃجان، دروازي وٽ ويٺو رهجان...."

انسپيڪٽر اهي تصويرون ڏٺيون جي وٽندڙ بي‌ترتيبيءَ سان پٽ تي لڳل هيون، ۽ صاف بسترو، ڪتاب ۽ رسالا به. هن ڪوٺيءَ جي وايومنڊل ۾ آرام، خوشي ۽ نرالي صفائي هئي.

ننڍو ساڻو سماوار اڀامي رهيو هو ۽ وقتي وقتي هلڪي ساڏي آواز ۾ جهونگارڻ ٿي لڳو. انسپيڪٽر لاڳيتو ڳالهائي رهيو هو. هن شهر جون سڀئي خبرون ٻڌايون، پنهنجي کاتي جي ڊائريڪٽر کي گهٽ وڌ ڳالهايو ۽ ٽيچرن جي باري ۾ ذري پرزي تفصيل ڏنو.

”سچي ڳالهه هيءَ آهي تہ اسانجي نوڪري ڏاڍي نيچ آهي. ٽڪو ڪونہ لهي. مونکي چڱيءَ طرح خبر آهي تہ توهين سڀ اسانکي ڀٽيندا هوندا ۽ اسان کان پريشان رهندا هوندا. جيڪڏهن مان توهانجي جاءِ تي هجان ها تہ مان بہ ائين ڪريان ها. مان ڪنهن زماني ۾ اسڪول ۾ ماستر هوس، پر پرنسيپال سان نهي ڪونہ سگهيس. اهو سڀ شاگردن جي ڪري ٿيو. ماڻهو چوندا هئا تہ مان شاگردن سان گهڻي نرمي ورتاءُ ٿو. انڪري نوڪري ڇڏڻي پيم.... مونکي احساس آهي تہ اسانجي نوڪري ڏاڍي نيچ آهي: هر شخص تي ڪتي وانگر ڀَـر ڪرڻ، ڀؤنڪڻ ۽ چڪ پائڻ. جيڪڏهن ماڻهو ائين نہ ڪري تہ عملدار هن کان جواب طلب ڪن ٿا. ان ڪانسواءِ ڪو چارو ئي ڪونهي، پر ان مان ڪنهن کي فائدو ڪونہ ٿو ٿئي.“ انسپيڪٽر تقرير جي نموني چوندو ويو.

گالينا پنهنجو پاڻ کان سوال ڪيو تہ هي پا ڳل تہ نہ ٿي ويو آهي؟

گالينا ہہ ٿي پيرا اٿي ٻاهر ڏسڻ وئي تہ واسيلي ويٺو آهي يا نہ؟ هو هڪ بينچ تي ويٺي گهيرٽ کائي رهيو هو.

واپس ٿيندي هن اڌ ڪليل در مان جهاتي پائي ڏٺي. ننڍڙي آرسيءَ ۾ انسپيڪٽر هڪ وارن جو چلو ڇڪيو، ڪن جي پوئتان ڪٽي، پنهنجي مٿي تي ڇمائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

دريءَ مان ٻئو پهر ٿي ته رات انڌيري آهي. گاڏيءَ جي سازن جون گهنڊڙيون ٽڪل گهوڙن جي چرپر ڪرڻ تي آهستي آهستي وڄي رهيون هيون.

”چڱو، مان ڪهڙي ريت چوان. مون اڄ تائين شادي نه ڪئي آهي ۽ جوڙي آهي ته ماڪياڻيءَ ڪانسواءِ گهر يتيم رهندو آهي. ٻئي پاسي هي به آهي ته جڏهن جيون ڪم ڪري گذارڻي آهي ته پوءِ ان جهنجهٽ ۾ پوڻ مان ڪهڙو لاڀ؟“ انسپيڪٽر چيو.

گالينا اطمينان سان هن طرف ڏٺو. هن جي گول مٿي ۽ ٻٺڻ جهڙي نڪ کي ڏٺو. ان وقت اوچتو هن محسوس ڪيو ته ڄڻ هوءَ خود انسپيڪٽر آهي ۽ انسپيڪٽر، ماستر آهي. هن پنهنجي ڳل روڪي ۽ هن کي چانهن جو ٻيو پيالو ڏنائين.

ٻارهين بجي ڌاري انسپيڪٽر موڪلايو. اونداهي دريءَ جي ٻاهران گاڏيءَ جون گهنڊڙيون وڄڻ لڳيون ۽ آهستي آهستي انهن جو آواز هلڪو ٿي، عام خاموشيءَ ۾ غائب ٿي ويو.

گالينا، ڪجهه دير چپ چاپ ويٺي رهي. پوءِ پنهنجي آرسي کڻي ڏنائين. هڪ سوڀياوان چهرو، وڏيون اکيون ۽

فنڪاريءَ سان نهيل وڏندڙ نڪ، هن کي گهوري رهيا هئا. هوءَ مرڪي ۽ آرسيءَ ۾ هڪ مرڪندڙ من موهن منهن نظر آيو.

هن دل ۾ چيو: هي انسپيڪٽر! هو ته ڏيکو آهي ڏيکو! هنجي هن جسم تي اک ئي نه ٻڌي، هن ههڙي ڇهري تي ڌيان ئي نه ڏنو!

هن آرسي پنهنجي جاءِ تي ٽنگي ڇڏي.

هن جلدي ننڊ ڪرڻ ٿي چاهي، پر هنجي اکين سامهون انسپيڪٽر جي تصوير هئي. هو بس برف گاڏيءَ ۾ هلندو ٿو رهي، بيچين؛ هن جي ڪنهن کي پرواهه نه هئي.... پوءِ هوءَ ڪجهه سوچڻ لڳي. هن ڳاڙهيءَ تائين مٿان ڪمبل اوڙهيو.

”بيوقوف!“ هن جي چپن مان جهيڻي آواز ۾ نڪتو. ۽ پوءِ ڪنهن هن کان پڇيو ”ڇا خوشي رکو تنهنجي لاءِ بڻي آهي؟“

”پر مان مان آهيان ۽ هو....“

هوءَ ڏاڍي اطمينان سان ننڊ جي گود ۾ پهچي وئي.

(١٣)

ٻئي ڏينهن صبح جو ٻارن کي ماٺ ڪرائڻ ۾، ڳالهنا کي ڪافي وقت لڳو. هو ٽوليون ٺاهي، انسپيڪٽر جي ٻاري ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا ۽ هڪ ٻئي جي ڳالهه

ڪاٽي رهيا هئا. هو هن جي بگهڙ جي کل جي ڪوٽ، هن جي بڄڻ واري ٽوپي ۽ هن جي وڏن بوٽن تي گفتگو ڪري رهيا هئا.

”سائنڻ! اسانکي پنهنجا ننهن ڪٽڻ لاءِ قئنچي ڏيو.“ ٻارن گهر ڪئي.

پڙهائيءَ جي دوران هو هڪ ٻئي جا ننهن ڪٽيندا رهيا. چيخون ۽ ٽهڪ بلند ٿيندا رهيا. ڪنهن جو ننهن ڪچو ٿي ڪٽجي ويو تہ هن ڪان رت وهڻ ٿي لڳو. ٻينچن ٿي، سورج مکيءَ جي ٻڄن جي ڇلرن جهڙن ڪٽيل ننهن ۽ انهن مان نڪتل ڪاري مٽر جا ڍير لڳي ويا.

”ڪلهہ واري سوال جو جواب ڪير ڏئي سگهي ٿو؟“ گاليناپڇيو.

”مان.... مان... مان....“ سڀئي ٽپ ڏئي اٿي بيٺا.

گالينا اهو سوال وري ڇٽيءَ طرح ورجايو ۽ ٻارن جون گهوريندڙ قاتل اکيون ڏسي، هوءَ حيران ٿي وئي. هن سوچيو تہ هي ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون تہ بلڪل بدلجي ويا آهن، اهو ڪيئن ٿيو؟

”چڱو، ٻڌايو!“

”ٽي.“ هڪڙي ٻار چيو.

”ٻہ.... ٻہ .... ٻہ....“ سڀني پنهنجا هٿ مٿي ڪري رڙ ڪئي.

”درست. هرهڪ کي ٻہ صوف مليا.“

هن کي محسوس ٿيو ڇڻ هوءَ ٻارن جي وڏيڪ ويجهو

ٿي وئي هئي.

”چڱو، هاڻي مان توهانکي پڙهي ٻڌائيندس.“

ٻنيان ويٺل ٻار اٿي اچي اڳين بينچن تي سوڙها ٿي ويٺا ۽ ڏاڍا خوش ٿي رهيا هئا.

گالينا کي پهريون پيرو سبق پڙهي ٻڌائڻ ۾ خوشي ٿي. هوءَ ڪڏهن ڪڏهن ٻارن تي متاڇري نظر وجهندي رهي ۽ هن ڏٺو ٿي پنجاهه ئي ٻار هن کي پوري توجهه سان ٻڌي رهيا آهن. هن کي خيال آيو ته ڪالهه هي سڀ انسپيڪٽر جي سامهون ڇو احمق بڻجي ويا هئا؟

ٽورن ڏينهن کانپوءِ انسپيڪٽر وري اوچتو اچي نڪتو. هو ڏاڍو گهٻرايل معلوم ٿي رهيو هو. هن دفعي هو ڏينهن جو آيو هو ۽ عذر اهو ڏنائين ته هن کي هن رستي تان واپس ٿيڻو هو. هن سبق تي پورو ڪلاڪ لڳايو ۽ شاگردن کان ڏاڍي نرميءَ سان سوال پڇندو رهيو. گالينا هن جي هن دفعي اچڻ لاءِ بهانو بنائڻ جي باري ۾ سوچي، پنهنجي منهن مرڪندي رهي. هن وڏي پروسي سان، انسپيڪٽر کي اسڪول جي لئبرريءَ لاءِ رقم لاءِ چيو، ۽ انسپيڪٽر وڏي خوشيءَ سان ان جو انتظام ڪرڻ جو واعدو ڪيو.

گالينا مناسب نموني هن جو ٿورو مڃيو.

( ١٤ )

گوٺ ۾ بس اڪيلائيءَ جي قيد وانگر وقت ڏاڍو ڏکيو

گذرندو آهي. پوءِ ٻه ڏسندي ڏسندي مهينا ۽ سال گذريو وڃن.
نيٺ پاري جي موسم ختم ٿيڻ لڳي ۽ سيءُ گهٽجڻ لڳو. اس ۾ برف ڳرڻ لڳي. برف تي هاڻي پاڇا گهاٽا نيرا ٿيڻ لڳا.
گالينا جي جيون دستوري ڊائري ۾ بسر ٿيڻ لڳي. اهي ٿي بار، اهي ٿي ٿڪل هارياڻيون، مرض ۽ مصيبتون، اهي ٿي مرد جي هن وٽ جدا جدا ڪمن واسطي ايندا هئا، اهائي برف جي ستيل سڙڪ ۽ اهوئي برف جي ڍڳن جي درميان ڪوهه.... ۽ پري تمام پري، ڪٿي شهر هو، ٿيئيٽر هو، راڳ ۽ ناچ جون شامون هيون ۽ جواني هئي. هر اها چيز جنهن ڪانسواءِ جيون ڦڪي ۽ ٿڪائيندڙ ٿيندي آهي، ڪٿي پري وڃي غائب ٿي وئي هئي ۽ هاڻي يادن ڪانسواءِ باقي ڪجهه نه رهيو هو.
ڊاڪٽر آيو ۽ گاشڪا ڊوڙندي هن کي پادريءَ جي گهر هلڻ جي ڪوٽ ڏيڻ آئي.
”وري ٿيڏو، ڪارو مهمان آيو آهي.“ هن اچي چيو.
گاشڪا ڳل ۾ ٻڏي ٿي وئي. پر وري اوچتو گنڀير ٿي وئي ۽ چوڻ لڳي ”منهنجو هڪ سنگتي آهي.“
”تون هن سان پرڻجين ڇو نه ٿي؟“ گالينا پڇيو.
”هو مون کان ڏاج ٿو گهري: رڍ جي کل جوڪوٽ، ٻه ڪمبل ۽ ٻه وهاڻا. بابو ۽ اما اهي شيون مونکي نه ٿا ڏين.“
”ڇو نه ٿا ڏين؟“
”هنن جي ايتري پهچ ڪانهي.“

”تون پنهنجي پگهار مان ڏاج لاءِ ڏوڪڙ بچاءِ.“

”بابو اما ساري پگهار پاڻ کڻندا آهن.“

”تون چو ٿي هنن کي ڏين؟“

”مونکي ڏيڻو پوي ٿو. هو زمين جي ڍل ادا ڪرڻ لاءِ سڀ ڪجهه وڏيري نيڪيفور کي ڏئي ڇڏيندا آهن.“

گاشڪا پهرين هڪڙي پير تي زور ڏئي بيٺي هئي، هاڻي بدلي ٻئي پير تي زور ڏئي بيٺي ۽ ڪجهه ياد ڪرڻ لڳي.

”پادري ۽ سندس زال سدائين هن کي پڇائي ڇڏيندا آهن.“

”ڪنهن کي پڇائي ڇڏيندا آهن؟“

”منهنجي سنگتيءَ کي.“

”ڪيئن؟“

”لٺ سان. جڏهن به هو ايندو آهي ته مالڪياڻي اهڙيون وڏيون رڙيون ڪندي آهي ۽ گهوڙا ڪندي آهي جو ڄڻ ته ڪنهن قتل ڪيو هجي. ۽ پادري لٺ کڻي هن جي پٺيان ڊوڙندو آهي. منهنجو سنگتي لوڙهو ٽپي، ڀڄي ويندو آهي ۽ مان گئن جي وٿاڻ ۾ وڃي لڪندي آهيان.“

هن گالينا ڏانهن اکيون ڦاڙي، گهوريو ۽ وري اچانڪ ٽهڪ ڏنائين. هن جا نيڻ چمڪي رهيا هئا ۽ منهن ڳاڙهو ٿي ويو هو.

”اڙي، اسانکي جلدي هلڻ گهرجي، هو اسانجو انتظار ڪري رهيا هوندا.“ گاشڪا چيو.

ڳاليءَ نه وڌي. دل ۾ چيائين هي ٻاڪٽر پاڻ کي وڏو لاٽ صاحب ٿو سمجهي.

پر هن جو اهو ڏينهن ڪو سٺو نه ڪٽيو. هن کي ائين محسوس ٿيندو رهيو ته پادريءَ جي گهر نه وڃي پاڻ تي جبر ڪيو اٿس. پوري شام هوءَ ڪجهه نه پڙهي سگهي. هوءَ بيزار ٿي پئي هئي ۽ ڪجهه نه ڪرڻ تي چاهيائين. هن پنهنجي درسي ڪتابن ۾ ڏنائين. هڪ غصي پريل چهرو هن کي تڪي رهيو هو.

ڪجهه دير تائين هوءَ سمهي نه سگهي. دري ويران هئي ۽ ان جي ويراني، اڪيلائي طرف ۽ مستقبل جي اونده ۾ گم ٿيل اداس ڏينهن طرف اشارو ڪري رهي هئي.

هن بتي وسائي. ڪپڙن لاهڻ بنا هنڌ تي ليٽي پئي. اکين کي زور سان بند ڪيائين جي هن سان بغاوت ڪري رهيون هيون. ننڊ نه آيس. هن جڏهن وري اکيون کوليون ته دري، جنهن تي پارو ڳري رهيو هو، سا اڳي وانگر اداس هئي.

آئيندي هن سان ڇا ٿيڻ وارو هو؟.... هن سوچيو.... وڏ ۾ وڏ ڪنهن اسڪول ماستر سان شادي ڪندي. سمجهو ڪٿي ان ڏکي ماستر سان جنهن جا وار ڪارا هئا، جو ناتال واري پارٽيءَ ۾ ٻين سان گڏجي هن کان موڪلائي ڪرڻ آيو هو.... پوءِ پنج ٻار ٿيندا، رڙندڙ رڙندڙ پنج ٻار.... هنن جي وات ۾ وهاڻو.... ننڍڙو وهاڻو....

هن ڪان سڏڪو نڪري ويو ۽ هن پنهنجو منهن وهاڻي

سان ويڙهي ڇڏيو، جنهن هن جا لوٽيانا لڙڪ جذب ڪري ڇڏيا.

.... ٻارن جا وات وهائي سان بند ڪرڻ ته هن جي رڙڻ ۽ رڙين جو گوڙ ڪلاس ۾ نه پهچي ۽ انسپيڪٽر نه ٻڌي، متان اسانکي اسڪول وارو گهر ڇڏڻو نه پوي.... ۽.... پوء ڇا؟.... بيوهه .... سٽ ٻار.... بدصورتي.... هڏا ۽ چمڙي .... او، اها آهي زندگي....!

هن جي اها ڪيفيت ڪافي دير تائين رهي. پوء دريءَ جي ٻاهران گاڏيءَ جي ڦيٿن جي ڪڙڪڙاهٽ ۽ چڪيءَ جي پٿرن جي پوُن پوُن ايري. واسيلي چئي رهيو هو: ”اتي جي چڪي چالو ٿي آهي، اها هر چيز کي پيهي ڇڏيندي.... هر چيز کي....“

گالينا ٽپ ڏئي کٽ تان اٿي. دريءَ مان چمڪندڙ سوجهرو اچي رهيو هو. ديول پٺيان سورج ڏاڍو صاف ڀڪي رهيو هو.

”اڙي، صبح ٿي ويو!“ هن چيو.

پٽ جي ٻئي پاسي کان ٻارن جو شورغل ٻڌجي رهيو هو. واسيليءَ دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪئي ۽ چيو: ”اٿڻ جو وقت ٿي ويو، ٻار اچي ويا آهن....“

گالينا پنهنجي منهن تي برف جهڙي ٿڌي پاڻيءَ جو چنبو هنيو ۽ پنهنجا وار سنواريا. ڪلاس ۾ پهتي ته پورو ڪلاس سج جي روشنيءَ سان ڀرجي چڪو هو. ٻارن پنهنجي پنهنجي نموني هن کي ڪيڪاريو ۽ خوشيءَ مان هٿ لوڏيا.

”ٻارو، ويهي رهو!“ هن چيو.

ٻارن دعا پڙهي. ڪتابن ۽ سليٽن جي سرسراهٽ ٿي. پوءِ اهي ڏي پراڻيون ڳالهيون شروع ٿي ويون.... ست ۽ ٽي جوڙ ڪريو.... نون مان ٻه ڪاٽيو.... ٽن کي ٽن سان ضرب ڪريو ... مطلب ته هر شيءِ ماستر لاءِ تمام پراڻي ۽ چاڻل سڃاڻل ۽ شاگردن واسطي نئين ۽ ڏکي.

ٻار حساب پڇڻ ۾ لڳي ويا تہ ڳالينا پنهنجي سوچن جي سمنڊ ۾ ٽٻيون هڻڻ لڳي .. هن ميٽرڪ پاس ڪرڻ جو ڏاڍي شوق مان انتظار ڪيو هو. ميٽرڪ کانپوءِ شيون مختلف ٿي وينديون. هوءَ خوشين ڀري، وڻندڙ ۽ آزاد زندگيءَ ۾ داخل ٿيندي. هوءَ ميٽرڪ پاس ڪري هتي آئي.... هي ڪچري ۾ وهنتل، گوبو وهندڙ نڪن وارا ٻار، رڍن جي کل جي ڪوٽن مان ايندڙ کٽي کٽي ڌپ، آلا بوٽ، سيءَ، اگرن جو دونهون، پيهه پيهان، پيٽ جي سور ۾ مبتلا ضاعفون، سرديءَ جا اداس ڏينهن، ڊگهيون، تمام ڊگهيون راتيون ۽ ويران ڳوٺ.... اهڙو ويران جو ڪتا بہ ڪونہ ٿا ڀونڪن..

پڙهائي هلندي رهي. پوءِ رسيس ٿي ۽ وري ٻيو سبق. هوا ڪافي ڳوري ٿي چڪي هئي. ٿڪاوٽ جي ڪري چهرا بيجان ٿي ويا هئا ۽ اکين ۾ بي‌رونقي اچي وئي هئي. ٻار وري صفا انهن احمقن جهڙا معلوم ٿيڻ لڳا، جن هن کي پهرين ڏينهن بدحواس بنائي ڇڏيو هو.

دريءَ مان هڪڙي ٻئي ٻدڪ جو آواز اچي رهيو هو،

جنهن جي ڇهنب ۾ ڳنڍيون هيون. هوءَ پنهنجي سڄي ڦيرائي سج، اس، نيري آڪاس ۽ روشن وايومنڊل کي ڏسي ۽ ڇيخون ڪري رهي هئي. ان وقت هڪڙو ڇوڪرو ڪنهن سوال جو جواب ڏئي رهيو هو، پر وچ ۾ ئي ڪنهن سنهڙي آواز ۾ چيو:

”هيءَ ته درميدو جي بدڪ آهي.“

ڪلاس ۾ هڪدم هلچل مچي وئي.

”هيءَ درميدو جي نه آهي، پر دادي زليخا جي آهي.“

”زليخا جي به نه، هيءَ ته پوڙهي ايرڪ جي بدڪ آهي.“

”خبر ناهي ڇا پيو بڪين!“

”تنهنجو دماغ خراب ٿي ويو آهي!“

”ايرڪ جي بدڪ اهڙي آهي.“

هن پڇاڙيءَ واري ڇوڪري پنهنجي پيٽ ۽ ان سان گڏ سوٽي قميص اهڙي ريت اندر ڇڪي جو هن جون پاسريون ٻاهر نڪري آيون ۽ هن بدڪ جهڙو ٻوٿ بڻايو ۽ ان وانگر ٻولي ڪرڻ لڳو. ٻاهر وارين بدڪن ان ٻوليءَ جو جواب ڏنو.

ڪلاس ۾ بيحد لڙ ٻرپا ٿي ويو. ٻار ڇڻني هٿن ۽ پيرن سان بينچن تي هلي رهيا هئا ۽ سيئي قلم، پينسلون ۽ ڪتاب اڇلي رهيا هئا. ٻيا ٻار هنن کي پيرن کان پڪڙي پوئتي ڇڪي رهيا هئا. ڪي دريءَ جي تختي تي چڙهي، جهرڪين جون ٻوليون ٻولي رهيا هئا. هنن کي جدا جدا قسمن جا

ڪپڙا ڦهريل هئا، ڪي سوٽي سوٽن ۾ هئا، ڪي پيئڙن جا ڊگها بوٽ پاتي آيا هئا. ڇوڪريون شهر جا ننڍا ۽ اڻنگا بلائوز ڍڪي آيون هيون ۽ هنن جي ڇوٽين ۾ رنگين اگڙيون ٻڌل هيون.

ڪي ٻار ان هل هنگامي ۾ مات ڪيو ويٺا هئا. هنن جا وات ڦاٽل هئا ۽ دوڏا ڦاڙي، احمقن وانگر ڪنهن پاسي تهاري رهيا هئا.

ڪالينا بيٺي مرڪي رهي هئي. هوءَ اهو سوچي ڪِلي رهي هئي ته هوءَ ڪالهه ڪيئن نه بيوهه ٻنجي وئي هئي، سو به ستن ٻارن سميت. وري به هن مرڪندي هن هنگامي طرف توجهه ڪيو، جو ڪجهه دير کان جاري هو.

”بس ٻارو، هاڻي گهڻو ٿيو....“ هن چيو.

جهڙي طرح ڪڏهن ڪڏهن ٻاهر وسائڻ وس کان ٻاهر ٿي ويندي آهي، اهڙي طرح ٻار پنهنجيءَ ٽي ايندا آهن ته هنن کي قابو ۾ رکڻ مشڪل ٿي پوندو آهي، ۽ ماستر جي دل چاهيندي آهي ته پيچي جند ڇڏائجي.

”بس گهڻو ٿيو....“ ماستريائيءَ وري زور سان چيو. هن جو آواز شور ۾ ٻڏي ويو. هن جا پيرون چڙهي ويا ۽ انهن جي وچ ۾ گهنج پئجي ويو. هن پير واري ڇوڪري جو فوٽ ڪنيو ۽ زور سان ميز تي هڻي چيائين ”مات ڪريو!“ پر ڪجهه اثر نه ٿيو. فقط هن جي ويجهو وارن هڪ ٻن ٻارن پنهنجا چنبا پٽڻ ۽ هڪ ٻئي تي چڙهڻ بند ڪيو.

نيٺ هل هنگامي تي قابو پائڻ لاءِ هن وڏي آواز ۾ پڇيو:

”توهان مان ڪنهن ڪڏهن جهنگلي ٻدڪون ڏٺيون آهن؟“

لڙُ گهٽجڻ لڳو ۽ پوءِ بند ٿي ويو. دريءَ جي تختن تان ۽ ٻينچن جي هيٺان ننڍڙا، پگهر ۾ شل ۽ وڪريل وارن وارا ٻاڪرا ڦــر نڪتا. هنن جـون اکيون چمڪي رهيون هيون. هڪ ٻئي ڏي ڏڪيندا، هو پنهنجن جاين تــي وڃي ويٺا ۽ پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ لڳا. پوءِ چپ ٿي ويا ۽ سڀ ان گلابي ڳٽن واري گوري ڇهري ڏي متوجهه ٿيا، جنهن جي سنهڙن پيرن جي وچ ۾ گهنج پيل هو.

”ڪنهن جهنگلي ٻدڪون ڏٺيون آهن؟“ هـن سوال ورجايو.

هڪ ڇوڪري، جنهن جو منهن لٽل هو ۽ جنهن جي خاندان ۾ آتشڪ جــي بيماري هئي، تنهن پنهنجو ٻيلو ۽ ميرو هٿ مٿي ڪيو ۽ ٻين تــي هيٺ مٿي ٿيڻ لڳي. هـوءَ پنهنجو هٿ اڇلي، ماستر ياڻيءَ جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي.

”فينا، ٻڌاءِ!“

ڇوڪريءَ ٻاتائي، پنهنجيون اڌ ڪُسيل پنبڻيون ڇنڀي، ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي: ”چاچي ف....ف....فيد... و ....ل جي ب... ب....د....ڪ....پ....پا.... ڳل تي ....جهه .... جهنگ .. جهنگلي....“

”۽ ماڻهن ان کي ماري ڇڏيو.“ ٻين ٻــارن هڪ آواز ۾ چيو.

”پر اهو ته ٻيو قصو آهي.“ گاليڻا چيو.

هن ٻارن تي قبضو ڪري ورتو هو. وري اهوئي پراڻو قصو شروع ٿيو: پندرهن ۾ ستن جوڙ ڪريو.... اٺاويهن مان ٿو ڪٽيو.... پوءِ ته اهڙي مات تي وئي جڻ پٽيون ٻه هن جي ڳالهه لاءِ ڪَنَ بنجي ويون هيون.

(١٥)

بهار جو پهريون ڏينهن هو. برف ڳري ڳوڙها ڳاري رهي هئي. شفاف ۽ چمڪندڙ اس سان ڌرتي، آڪاس ۽ وايومنڊل روشن هو.

هڪ گهمرو وري ٿڪ لڳائيندي گاشڪا اچي پهتي ۽ رڙ ڪري چوڻ لڳي ”مالڪياڻيءَ توهانکي سڏايو آهي، ٽيڏين اکين وارو مهمان آيو آهي.“

”چڱو، چڱو. مان اجهو ٿي اچان.“ گاليڻا وراڻيو.

هن جو خيال هو ته ڊاڪٽر وري نه ايندو.

هن لباس مٽايو. آرسي لاهي، ان ۾ پنهنجو منهن ڏٺائين ۽ دل ۾ چيائين: مان صفا نئين ٿي وئي آهيان. مان جڏهن پوءِ تڏهن نئين ٿيندي ٿي وڃان. هر شخص مُنَ ۾ رکڻ سڻي ڳالهه آهي.... انسپيڪٽر، ٻار، هاري، مايون.... ۽ ڊاڪٽر؟....

هن وري پنهنجي نڪ، جو جڻ ڪنهن فنڪار جو تراشيل هو، تنهن ڏي واڪاڻ جي نظر وڌي ۽ درسني

پنهنجي جاءِ تي رکيائين.

جڏهن هو پادريءَ جي گهر پهتي ته ان گهر جي حالت اگهين جهڙي هئي. اهي ئي پردا، اهوئي اپامندڙ سماوار، گپاڙهن گپاڙهن سنبوسن جو ڍير. اهوئي پادري دميتري، پريل بدن، خوبصورت ۽ هن جي ڪاري ڏاڙهي، ۽ هن جو جُبو، جو هن تي ڏاڍو اڻ ٺهڪندڙ ۽ غير ضروري لڳندو هو.

ڊاڪٽر هن جي اهڙي طرح مختصر ڪيڪار ڪئي جو چڻ ڪي گهڙيون اڳ هو هڪ ٻئي سان مليا چڪا آهن. هو هيئنر به اڳ وانگر بي پرواهه پئي لڳو ۽ ڪنهن اهڙي شيءِ تي غور ڪري رهيو هو جا هن جي موجوده ماحول کان تمام پري هئي. هن جي پرن تائين هنجي مٺي جي وارن جي چڳ لٽڪي رهي هئي.

ٻه ريپرو ڪنهن ڪونيءَ ۾ ٻارن جو ڏنچر مثل هو. پادريءَ جي گهر واري پراڻو رسالو کڻي آئي.

”گاليينا، مونکي هي پڙهڻ جي فرصت ڪانه ملي، مان اهو ڏوءِ پڙهنديس.“ هن چيو ۽ ڏاڍي چاهه سان ان پرچي جا پنا اٿلائڻ شروع ڪيا جو گاليينا هيئنر آندو هو.

ليدوچڪا سوچيندڙ ۽ سوالي نظرن سان ڊاڪٽر کي ڏٺو. هنجي نظرن ۾ ڪا خاص تلاش هئي، اهڙي تلاش، جنهن جو پتو پنجي نه ٿي سگهيو.

ڊاڪٽر اهڙيون ڳالهيون ڪري رهيو هو، جنهن جو ڪنهن سان به واسطو ڪونه هو، تڏهن به اهي عجيب نه ٿي لڳيون، ۽ سيڪو ائين محسوس ڪري رهيو هو ته هن

ڀاڻ بہ ائين ئي سوچيو.

”انهن ماڻهن لاءِ، جي ڀاڻ ۾ ويجها ساٿي هوندا آهن، سڀ کان مشڪل مسئلو، خيالن جي هڪجهڙائيءَ جو هوندو آهي، يعني خيال هڪجهڙا هجڻ چڱو نہ آهي.“ ڊاڪٽر چيو.

هن پنهنجون چمڪندڙ ۽ ٿورو ڀاسيريون اکيون، بي-پرواهيءَ سان ڀادري، هنجي زال ۽ گاليناطرف ڦيريون. گالينا سيسرات کي روڪڻ لاءِ پنهنجا ڏند ڀڪوڙيا. اهو سيسرات ڊاڪٽر جي هن ڏانهن گهورڻ ڪري هنجي اندر ۾ پيدا ٿيو هو. هن ڪنڌ نوايو ۽ هن جون ناسون ڦنڊي ويون. هن جي لفظن ۾ هن کي سچائي محسوس نہ ٿي.

”مان توهانجي ڳالهہ نہ ٿي سمجهان....“ گالينا چوڻ شروع ڪيو. پر ڀادريءَ هن کي ڳالهہ پوري ڪرڻ نہ ڏني.

”ڊاڪٽر سدائين ڳالهہ کي نئين ڍنگ سان پيش ڪندو آهي.“ هن چيو.

وچ ۾ ئي هن جي زال چيو ”مردن لاءِ ڳالهيون ڪاهڻ آسان آهي. پر عورت کي گهر، ٻارن ۽ نوڪرن جي سنڀال ڪرڻي پوندي آهي. اهو سچ آهي تہ ذهني ترقي ضروري آهي. مثال طور مان آهيان. مونکي رسالي پڙهڻ جي وٿي ملي ئي ڪانہ ٿي. پر مان هي پرچو ضرور پڙهندس، گالينا .... گاشڪا اڄ بہ گلاس ۽ ٿي پليٽون ڀڳيون آهن. مان انهن جا پئسا هنجي پگهار مان ڪاٽيندس، پر ڀادري چوي ٿو تہ مونکي ائين ڪرڻ نہ کپي.“

"اهو ته هڪ فقير جي چوري ڪرڻ آهي." پادريءَ چيو.

"فقير مان توهانجو ڇا مطلب آهي؟ مونکي ته توهان تــي حيرت ٿي ٿئي، حيرت. توهانجي سفارش عجيب آهي. پوءِ ته هوءَ پيچ ڏاهه ڪندي رهندي ۽ توهان هن جي مٿي تي هٿ ڦيريندا رهندا ۽ شايد ...." پادريءَ جي زال چوندي هلي.

پادريءَ بيزار ٿي منهن ۾ سوند وڌو، ۽ هٿ جي اشاري سان هن کي چپ رهڻ جو اشارو ڪيائين.

پادريءَ جي زال ڳاڙهي ٿي وئي ۽ بدحواسيءَ ۾ گاليينا جو پيالو کڻي ان ۾ چانهه وجهڻ شروع ڪيائين.

"ترسو ترسو، مون اڃا چانهه ختم نــه ڪئي آهي ۽ پيالو اڃا اڌ ڀريل آهي." گاليينا چيو.

"سڀ ڪان خراب ڳالهه خيالن جـو هڪجهڙو هجڻ آهي. ها، ٻن دوستن، ٻن ساٿين ۽ زال مڙس جي خيالن جي سا ڳيائي، سو فــي سيڪڙو سا ڳيائــي." ڊاڪٽر اڪين چيو ڄڻ پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندو هجي. هـو عجيب غمگين ڍنگ ۾ مرڪيو.

"مونکي اها ڳالهه سمجهه ۾ نــه ٿي اچي، جيڪڏهن ٻن دوستن جي راين ۾ سا ڳيائي آهي ته ان جو مطلب ٿيو ته ٻنهي ۾ ڪا شيءِ گڏيل آهن. جي اهو مامرو زال مڙس جو آهي تڏهن بــه اها خوشيءَ جي ڳالهه آهي، ڇو ته هنن ۾ ناتا قائم رکڻ جو اهو هڪ ذريعو آهي." گاليينا، پنهنجيون نظرون مٿي کڻڻ کانسواءِ چيو.

ڊاڪٽر جي اکين ۾ هاڻي واقعي ڏــي تيڏاڻ اچي وئي

۽ اهي حقارت سان چمڪڻ لڳيون.

”اهائي ته ڳالهه آهي. ڪا شيءِ گڏيل، ڪا شيءِ هڪجهڙي. عورت هڪ اڏاوت جي ماهر سان شادي ڪري، پاڻ به اڏاوت جي ماهر بڻجي ويندي آهي. هن ڪي فقط عمارتن سان دلچسپي هوندي آهي. جيڪڏهن هوءَ ڪنهن ڳائڻي سان شادي ڪندي آهي ته هن ڪي ناٽڪن ۽ گيتن سان دلچسپي هوندي آهي. جيڪڏهن هن جو خاوند پوليس آفيسر هوندو ته هن کي جاسوسي معاملن سان دلچسپي ٿيندي آهي. جي هو پادري هوندو....“

”هاڻي توهان حد کان وڌي رهيا آهيو، جناب!“ پادريءَ جي زال، ڊاڪٽر کي چيو. هن جي ڪنن جون پاپڙيون، ڳاڙهيون ٿي رهيون هيون.

”ها، هيءَ ڪجهه زيادتي آهي.“ پادريءَ چيو.

”جي زال مڙس ۾ خيالن جي هڪجهڙائي نه ٿي رهي ته پوءِ شاديءَ جي پاڪائي ڪٿي رهي؟“ پادريءَ جي زال چيو.

ڊاڪٽر جون اکيون وڏيڪ ٿيڏيون ٿي ويون ۽ انهن ۾ اهڙو چمڪو پيدا ٿيو جو پادريءَ جي گهر واري سوچڻ لڳي ته ڪٿي هي پاڳل ته نه ٿي ويو آهي ۽ هوءَ چپ ٿي وئي.

”۽ جيڪڏهن ڪنهن اڏاوت جي ماهر جي بيوهه، ڪنهن ليکڪ سان لاڏون لهندي آهي ته هوءَ ساهت ۾ غرق ٿي ويندي آهي ۽ ڪنهن ٻي شيءِ جي باري ۾ ڳالهائڻ

پسند نہ ڪندي آهي. هو ٻئي هڪ ٻئي کي پنهنجو روح ۽ پنهنجي زندگي ارپي ڇڏيندا آهن ۽ پنهنجا بيحد ڳجها راز ٻڌائيندا آهن. پوءِ پنجن ڇهن سالن ۾ هر چيز آخري ڦڙي تائين ختم ٿي ويندي آهي ۽ مصيبت جو دور شروع ٿي ويندو آهي.... اهو هوندو آهي بوريت جو دور.... هڪٻئي کان بيزاريءَ جو دور...."ڊاڪٽر چوندو هليو "پر جيڪڏهن خيالن ۾ اختلاف هوندو، ابتدائي هوندي ته هو هڪ ٻئي تي تنقيد ڪندا رهندا ۽ ان ذريعي هڪٻئي جا نوان نوان خيال کوٽي ڪڍندا رهندا ۽ هن کي سدائين هڪ ٻئي کي نئين نظر سان ڏسڻ جو مواد ملندو رهندو، ۽ اها نواڻ نه ٿڪائيندي ۽ نه بيزار ڪندي."

پادريءَ جي زال چوڻ لڳي "اڙي، بس حد ٿي وئي. هاڻي ڇا ٿيندو؟ شڪر آهي، مان پادري دميتريءَ سان ٻارهن سالن کان نهايت ڪل خوشيءَ سان نباهي رهي آهيان. شل اهڙي خوشي هرڪنهن کي نصيب ٿئي. ڇا هاڻي اسين هڪ ٻئي کان ڪٽا ٿي وڃون؟ مون هن جا ٻار ڄڻيا ۽ اسان هڪ ٻئي کي پنهنجا هڙئي ڳجهه ٻڌايا. هاڻي مان هلي وڃان ۽ تون پادري دميتريءَ کان ڇا ٿو چاهين؟ هن کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ڪنهن نوجوان ڇوڪريءَ سان پلئه اٽڪائي؟ ڏس، هو ڪهڙو نه خوبصورت آهي! هن لاءِ تنهنجي ذهن ۾ ڪهڙي ڇوڪري آهي؟ مان تو کان ٿي پڇان؟ هتي ڪوڙ ڇوڪريون آهن. ڪاشڪا سان شادي ڪري سگهي ٿو، هوءَ تندرست نينگري آهي.... ۽ هن ڪانسواءِ...."

”بس بس، گهڻو ٿيو، گهڻو. مان تو کي چوان ٿو ته تون ڇا بيگم، تون ڇري ٿي پئي آهين؟“ ائين چئي، پادري ناراضگيءَ مان، پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿي کڙو ٿيو.

”ها، سچ پچ گهڻو آهي. مان انهن نظرين مان واقف آهيان. اهي تنهنجي دل وٺان آهن. تو منهنجي جواني، منهنجي تندرستي ۽ منهنجي سکه سڀ چوسي ڇڏيون آهن ۽ هاڻي مونکي مٽي تختي تي رکڻ گهرين ٿو ...“ پادريءَ جي زال چيو.

”واقعي ڏي تون بيزار ٿي پئي آهين. گهڻن ڏينهن کان تو اهڙو ناٽڪ نه ڪيو هو. اهڙا ناٽڪ ته تو لاءِ روز مره جي ڳالهه آهن. تنهنجا اهي سڀ ناٽڪ هٿي گڏ ٿي ويا آهن“ پادريءَ پنهنجي ڇاتيءَ ڏانهن هٿ سان اشارو ڪندي چيو ”تو منهنجي زندگي زهر بنائي ڇڏي آهي.“

زال جي اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا ۽ سڏڪا ڀريندي چيائين ”سچ پچ اهو منهنجو قصور آهي، مون تنهنجي حياتي برباد ڪري ڇڏي .... جڏهن تون مون سان عشق ڪري رهيو هئين، ان وقت تو خودڪشيءَ جي ڌمڪي ڏني هئي.... هاڻي مونکي رڳو پارن جو آنت آهي.“

ليدوچڪا، جا پنهنجي ماءُ ڏي سوال ڀريل نگاهن سان ڏسي رهي هئي، تنهن پنهنجين ڪُل سنهين ٻانهن سان ماءُ کي ڳراٽڙي پاتي. ماءُ هنکي محبت سان سنهين ٻانهن سان پاڻ سان ليپٽي ڇڏيو ۽ پنهنجا لڙڪ اگهي ڇڏيائين.

”او، مان به ڪهڙو نه بيوقوف آهيان .... ليدوچڪا،

رڙڻي ۾ وڃي چوُ ته اسان لاءِ ڪجهه ڪائڻ لاءِ ڪٺي اچن.“ پادريءَ جي زال چيو.

دريءَ مان رات معلوم ٿي رهي هئي. سماوار ٺڏو ٿي ويو هو. ڊاڪٽر پنهنجن خيالن ۾ ’رڌل هو ۽ هر شخص کان پري گهوري رهيو هو.

”پيار، ماڻهوءَ جو حق آهي. پيار جي تيز ۽ مڪمل جذبن کان متاثر ٿيڻ، انسان لاءِ وڏي ۾ وڏي خوشي مهيا ڪري ٿو. اهو ڪيئن ممڪن آهي ته ان خوشيءَ جو اثر غائب ٿي وڃي ۽ ماڻهوءَ کي سڄي حياتي ياد نه رهي. جي پيار جي خوشي وسري ٿي وڃي ته پوءِ اهو پيار نه آهي، ڪو زبردست ۽ ذليل دوکو آهي.“ ڊاڪٽر چيو.

هن پنهنجو منهن هٿن سان ڍڪيو ۽ ڪجهه دير ماٺ ٿي ويو. پوءِ منهن کولي ڳالهائڻ کان گهورڻ لڳو. هينئر هنجي ڪارين اکين ۾ چمڪ نه هئي پر ڪو اونهون غم هو.

وري چوڻ لڳو ”عورت جي ڪا پنهنجي زندگي ڪانه ٿيندي آهي. آيو سمجهه ۾؟ ڪا تخليقي زندگي نه ٿيندي آهي. مان ان معنيٰ ۾ نه ٿو چوان ته هوءَ قلم ڪاغذ ڪڻي، ميز تي ويهي شعر لکي. منهنجو مطلب ان قسم جي تخليقي ڪوشش سان نه آهي، پر سادين، سپاويڪ ۽ روزمره جي معمولي ڳالهين سان آهي. مثال طور جڏهن هوءَ ٻار پينگهي ۾ لوڏي ٿي ته ڪو پنهنجو گيت ڳائي، پنهنجي لولي جهونگاري، ۽ ٻين جا ڏاهيل گيت ۽ لوليون نه ڳائي. ساڳي طرح رات جو سمهڻ وقت پنهنجن ٻارن کي پنهنجيون جوڙيل

آڪاٽيون ٻڌائي، پوءِ ڪڍي اهي ٻـ ڏينگيون هجن ۽ لڪڻ جهڙيون نه هجن، پر هجن هن جون پنهنجيون. ڪڏهن هن جا نيڻ ڏسڻ ۾ عجيب معلوم ٿين ڇڻ هوءَ پنهنجين سوچن ۾ غرق آهي ۽ ڪنهن جي دخل اندازي نه ٿي چاهي. اهڙي ريت هيءَ عورت صفا انوکي، صفا نئين ۽ پهرين ڪان ٻي ٿي وڃي ٿي. ان حالت ۾ ڏسي مرد جي اندر هڪ جستجو پيدا ٿي وڃي ٿي ۽ هو اهو چاهڻ جو جتن ڪري ٿو ته انهن نيڻن جي پنيان ڇا آهي؟"

هو وري پنيان هٿ ٻڌي، ڪمري ۾ اچ وڃ ڪرڻ لڳو ۽ هن جو ڪنڌ هيٺ هو.

وري چوڻ شروع ڪيائين "هر مرد جو ڪونه ڪو ڌنڌو هوندو آهي. هو ٻاهر جي دنيا ۾ به ويندو آهي. هنجي سرگرميءَ جو هڪ دائرو هوندو آهي، جتي هو وڃي سگهندو آهي ۽ جتي هو هر چيز ڪان پيچرو ڇڏائي سگهندو آهي، خود پنهنجي خاندان ڪان پڻ. ۽ عورت گهر ۾ محدود رهي ٿي. اها ڳالهه زال مڙس جي رشتن تي اثرانداز ٿئي ٿي."

گالينا هن جي ڪيترين ڳالهين تي اعتراض ڪرڻ ٿي چاهيو، پر هوءَ مات رهي.

پادريءَ جي زال، جا هاڻي پنهنجي جوش تي قابو پائي چڪي هئي، تنهن مرڪندي چيو "تو جهڙن ماڻهن کي شادي ڪرڻ نه کپي."

گاشڪا، سونهري خونچي ۾ پليٽون کڻي آئي. هنجي ڳلن تي ڳاڙهاڻ هئي ۽ اهي قنديل هئا. هنجي ڊنل گهوريندڙ

اکين مان ڪِلِ ٺمي رهي هئي. پادريءَ جي زال ڏاڍي سليقي سان سيني کي پليٽون ڏنيون.

”مهرباني ڪري پاڻ پنهنجي پسند جو کاڌو کڻو. هيڏانهن هي ڪنيين جو آچار آهي.“ پادريءَ جي زال چيو.

ڊاڪٽر به ڪي شيون کنيون، پر هو پنهنجن خيالن ۾ ٻڏل رهيو. هو وري تيڏو ٿي ويو هو.

”اڙي ڊاڪٽر، هي ڇا پيو ڪرين؟ هڪ ئي پليٽ ۾ گوشت ۽ مڇي وڌا اٿئي... هان، هيءَ ٻي پليٽ وٺ.“ پادريءَ جي زال هن ڏي هڪ ٻي پليٽ سرڪائيندي چيو.

”تون ڇئي رهي هئينءَ...“ ڊاڪٽر، گالينا ڏي ڏسڻ کانسواءِ هن کي چيو.

گالينا ششدر ٿي رهي هئي ته آخر سڀ ڊاڪٽر جا ڳڻ ڇو ٿا ڳائن ۽ هن کي خوش ڪرڻ واريون ڳالهيون ڇو ٿا ڪن؟

”انسپيڪٽر به پيرامون سان ملڻ آيو آهي“ هن ڊاڪٽر ڏانهن ڏسڻ بنا، ٻي دليءَ سان چيو ”هو ڏاڍو مزيدار ماڻهو آهي، هن ٻارن کي سڏايو ۽...“

”تو چيو هو نه ته سڀ هاري....“ ڊاڪٽر تيڏي نظر سان گالينا ڏانهن ڏسندي چيو.

هي ته تميز کان نڪرندو ٿو وڃي، گالينا سوچيو. هن پليٽ ۾ ٻوڙ وجهڻ شروع ڪيو، ڄڻ ڊاڪٽر کي نظرانداز ڪندي هجي.

”تون چوين ٿي ته ڪوبه هاري وڏيرو بنجي وڃي ته

هو نيڪيفور جهڙو ظالم ٿي سگهي ٿو.“ ڊاڪٽر چيو.

”اڙي، اهو ته، توهان پاڻ چيو هو.“ گالينا حيرت مان مٿي نهاريو. ڪاوڙ ۾ هوءَ ڳاڙهي ٿي ويئي.

”ها، مون چيو هو. ڪهڙو فرق ٿو پوي. تو بس ان پدري ڳالهه جي مخالفت نه ڪئي هئي.“

هو وري اداس ۽ پريشان ٿي، ماٺ ڪري ويو.

گاشڪا جي موڪري ۽ سرخ چهري دروازي مان ليئو پاتو.

”گهوڙا بيٺا انتظار ڪري رهيا آهن. برف جي هيٺان پاڻي آهي ۽ ڪوچوان مڻ مڻ ڪري رهيو آهي.“ گاشڪا چيو.

پادريءَ جي زال زور سان هٿ لوڏيو ۽ گاشڪا گم ٿي وئي.

”هاري جهنگل وانگر ٿيندو آهي: گهاٽو، اونداهو ۽ منتل. اهڙي جهنگل ۾ اندر وڃي ساڙهو ڏيڻ ۾ ڦاسي پوندو آهي يا پنهنجو پير ڪنهن ٿڙ سان ٽڪرائي هڏا ڀڃائي ويهندو آهي. هن کي خيال هوندو آهي ته پري ڪٿي کليل جڳهه آهي، پر جهنگل ختم ئي نه ٿيندو آهي.... چڱو، هاڻي منهنجي وڃڻ جو وقت ٿي ويو.... ڇا تون به هلين ٿي؟“ ڊاڪٽر، گالينا کي چيو.

”ها، مان به ويندس.“ گالينا وراڻيو.

”هل ته توکي ڇڏيندو هلان.“

”نه، مان اڃا ڪجهه وقت هتي ويهندس.“

هن اداس ٿي موڪلايو. ڪجهه منٽن ڪانپوءِ گهنڊٽين جي هلڪي جهنڪار ختم ٿي وئي ۽ هڪ عجيب اثر ڇڏي وئي.

پادري ڪمري ۾ هيڏانهن هوڏانهن اچ وڃ ڪري رهيو هو ۽ هن جو بيقرار پاڇو پٽ تي ظاهر ٿي رهيو هو.

”غيرمعمولي ماڻهو، عجيب انسان!“ هن چيو.

”اڌ مغزي ... چوي پيو ته عورت رات وانگر آهي: ستل ۽ اونداهي. ۽ هاري جهنگل وانگر آهي: گهاٽو، اونداهو ۽ ستل!“ زال چيو.

”اهڙا ماڻهو روز روز ڪونه ملندا آهن. هي ماڻهو بيمارن لاءِ پاڳلن وانگر ڪم ڪندو آهي. بيمارن جي ٺهل ٺڪور ڪندي ڪندي ٻه پيرا مدي جي تپ جو شڪار ٿي چڪو آهي. سخت ماڻهو آهي، پر بيمارن تي ساهه ڏيندو آهي. هن سان منهنجي پهرين ملاقات مزيدار نموني ٿي. جنهن شهر جي اسپتال ۾ هو ڊاڪٽر آهي، اهو هتان چاليهه ميلن تي آهي. مان اتي ميلو ڏسڻ ويو هوس. مون سان گڏ ديول جو مکي هو. مون مکيءَ کي چيو ته اسپتال مان ڏندن جي منجڻ وٺي اچ. تمام سستي شيءِ هئي. مکيءَ وڃي ڊاڪٽر جي نائب کي چيو ته پادريءَ واسطي منجڻ کپي. نائب منجڻ ڪاڍڻ شروع ڪئي ته هي ڊاڪٽر اچي ويو. هن پڇيو: هي ڇا آهي؟ وري مکيءَ ڏي مهڙ ڪري پڇيائين: هي ڪنهن جي لاءِ آهي؟ مکي گهٻرائجي ويو ۽ چيائين: هي پادريءَ گهرايو آهي، ديول جي گلدان صفا ڪرڻ واسطي. ڊاڪٽر چيو: پادريءَ کي چئجان ته جڏهن گلدان ۾ گوشت

پئدا ٿي وڃي ۽ ان ۾ ڏند نڪري اچن. تڏهن ئي مان ڪيس منجهه ڏيندس ۽ ان وقت تائين تون وري هتي اچي پنهنجي صورت نه ڏيکارجان."

"جاهل." زال وچ ۾ چيو.

"ان ڪانپوءِ اسان ۾ صلح ٿي ويو ۽ اسان دوست بڻجي وياسين." پادريءَ ڳالهه پوري ڪندي چيو.

(١٦)

ڏينهن وڏا ٿيڻ لڳا. آسمان وڌيڪ نيرو ٿي ويو. سج ۾ تپش پئدا ٿي وئي. سڙڪ اس ۾ چمڪي رهي هئي. تيزيءَ سان پاڻي جي وهڻ جو ګڙڪو ٻڌجي رهيو هو. ٻارن کي اسڪول آڻڻ مشڪل ٿي پيو. هو ڪڏن ۽ ٽلائن تي ڪُڏي رهيا هئا ۽ ڪانيءَ جي ٽڪرن جون پيڙيون ٺاهي هلائي رهيا هئا. هو جڏهن اسڪول پهچندا هئا ته خوشيءَ کان پاګل ڏسبا هئا ۽ پيرن کان مٽي تائين پسيل هوندا هئا.

سڙڪون پيدل هلڻ يا سواريءَ تي وڃڻ لاءِ موزون ڪونه هيون، پر ګالينا کان صبر ٿي نه سگهيو. آچر ڏينهن ديول ۾ وڃڻ بدران، جتان ٻـي سرن ګيتن جو آواز اچي رهيو هو، اتان لنگهي بلنديءَ تي پهچي وئي. جيتوڻيڪ هن کي هر آچر ۽ مذهبي ڏڻن تي ديول ۾ وڃڻ گهربو هو ۽ ائين نه ڪرڻ جي حالت ۾ هن خلاف رپورٽ ٿـي ٿي سگهي.

نظر جي دنگ تائين پگهرندڙ برف پکڙيل هئي. ان کي

ڏسڻ سان، اکيون کيريون ٿي ٿيي ويون. سج جي شعاعن ڪري چڻ ان مان چڻنگون ٿي نڪتيون. اوچي زمين جي ٽڪرن مان ٻاڦ نڪري رهي هئي. ويجها ٽوڙي پري وارا ڳوٺ ڪارن پيٽن وانگر لڳي رهيا هئا. گهوڙن جي ڦهليل لڏ ڪري، سڙڪ بادامي رنگ جي ٿي وئي هئي.

هن کي خيال به آيو ته هن کي هيٺاهين ڏي وڃڻ نه کپي، پر هوءَ موج ۾ اچي وئي هئي ۽ پاڻ کي روڪي نه سگهي. بار بار ڳرندڙ برف تي ترڪندي ۽ ڪرندي، هيٺ ماٿريءَ ۾ پهچي وئي. هن جي ربڙ جي جوتن ۾ پاڻي پرجي ويو هو ۽ هن جو هلڪو لباس آلو ٿي ويو هو. هوءَ ڏاڍي خوش هئي.

هن مُڙي نهاريو. ڳوٺ پري هڪ دڙي تي هو. ديول جا ساوا گنبذ ۽ جهوپڙين جا ڇپر جي سرديءَ دوران سڙي ويا هئا، سي زياده ڪارا نظر اچي رهيا هئا. ڪڪڙين جي ڪُڙ ڪُڙ، ڪڪڙن جي ٻانگن، ڪتن جي ڀؤنڪڻ ۽ ٻارن جي رڙين، جي هڪئي کي پڪاري رهيا هئا، تن سڀني آوازن ۾ هڪ نئون گيت هو، بهار جو گيت. ان گيت ۾ انهن آوازن سان گڏ، سورج جي تپش ۽ رجندڙ برف جي سردي به شامل هئي. هنجي دل نه ٿي چاهيو ته هوءَ پنهنجي خالي ۽ ويران ڪمري ۾ واپس وڃي. هن وڻندڙ ڏکڻيءَ ۾ ۽ بهار جي هنن اڻ نهڪندڙ آوازن ۾ زندگيءَ جي چرپر هئي.

هڪ آواز، جو هن جي اندر جو آواز هو، پڇيو: ڇا تون زنده رهڻ ۽ پيار ڪرڻ نه ٿي چاهين؟....

نيٺ جڏهن هوءَ واپس ٿي ته ڏاڍي ٿڪل پر خوشيءَ سان ٽمٽار هئي. هن جي پيرن ۾ منو منو سور هو ۽ هنجي مٿي کي هلڪي ڦيري اچي رهي هئي. هن پادريءَ جي زال سان ملڻ لاءِ وڃڻ چاهيو ٿي، پر ڪونه وئي. هنجي ٿڪل ٽٽل جسم کي بستري جي ضرورت هئي. پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ پهچي، ليٽي، پاڻ کي تيزيءَ سان ايندڙ ننڊ جي حوالي ڪري ڇڏيائين. ان وقت گاليناکي پنهنجي طبيعت خراب ٿيندي محسوس ٿي. ڪلي هوا ۾ گهمڻ ڪري هن کي ٿڌ لڳي وئي هئي. هن کي خبر نه پئي ته، هن کي سرسام ٿي رهيو آهي.

پهرين هن کي مٿي ۾ سخت سور ٿيڻ لڳو. بدن بٺ وانگر ٻرڻ لڳو. پنهي اکين جا پلڪ ڳورا ٿي ويا. اکيون کولي ته اونده ۽ سناٽو. اکيون بند ڪري ته .. ڪ هُل هنگامو هن کي گهيرو ڪيو وڃي. پوءِ هن تي نيم بيهوشي ۽ ڪڏهن پوري بيهوشي ڇانئجڻ لڳي. هوءَ بي آراميءَ سان پاسا ورائيندي رهي ۽ وڦلندي رهي.... ڪڏهن ڪوٺيءَ ۾ عورتن ۽ مردن جا ڍنب ٿي نظر آيس. ڪڏهن ڪي چهرا پاڻ مٿان جهڪندي ٿي محسوس ڪيائين.

پوري ڳوٺ، بيمار ماسترياڻيءَ جي همدردي ۾ پر گهور لاءِ ڏينهن رات هڪ ڪري ڇڏيو. مرد توڙي عورتون، پنهنجو پاڻ وساري، هن جي حياتي بچائڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا هئا.

ڇهن ڏينهن کانپوءِ هن پنهنجيون اکيون ٿورو کوليون....

پٺ تي اهي ئي تصويرون، اها ئي اونداهي دري، ميز تي اهي ئي ڪتاب ۽ بتي. آهستي آهستي انهن سڀني شين کي هڪڙي مٿي لڪائي ڇڏيو، ڊاڪٽر جو مٿو. هن جون اکيون چنيڻ بنا هن ڏي ڏسي رهيون هيون.... ڪجھ دير تائين، ڊاڪٽر هن کي ڏسندو رهيو. هو پنهنجن خيالن ۾ ٻڏل هو. گالينا پنهنجيون اکيون بند ڪري ڇڏيون ۽ هن کي گهري ننڊ اچي وئي. جڏهن هوءَ جاڳي ته وري به هن کي بتيءَ جي روشني روڪيندڙ هڪڙو مٿو نظر آيو. اها فيدوشڪا هئي. فيدوشڪا ٻنڪيون ڪاڙهي رهي هئي. گالينا هن کي ڏسندي رهي ۽ مرڪي ڏنائين. دريءَ مان روشني اچي رهي هئي. ڇا صبح ٿي ويو هو؟ هن فيدوشڪا کي سڏ ڪرڻ چاهيو، پر ڪمزوري ايتري ٿي وئي هئس جو ائين ڪري نه سگهي. هن کي وري ڏاڍي آرام واري ننڊ اچي وئي.

جڏهن جاڳي ته هن پاڻ ۾ ڪافي چستي محسوس ڪيائين. سڄي ڪوٺي سج جي روشنيءَ ڪري ٻهڪيل هئي.

”فيدوشڪا، تون آهين؟“ گالينا پڪاريو.

فيدوشڪا ڊوڙندي هن وٽ آئي ۽ اچي هن جو ڪمبل ٺيڪ ڪيائين. پوءِ هن ڊگهي تقرير شروع ڪري ڏني، جڻ اول ئي سوچي ڇڏي هئائين:

”اڙي پياري، شڪر آهي خدا جو، شڪر آهي پاڪ ڪنواريءَ جو.... ڏس هي دوا جو وزن پيءُ، ڊاڪٽر جو حڪم آهي، ڊاڪٽر ڪورمويا سول سرجن جو.... خبر اٿئي اڄ تو کي بيهوش ٿئي چار ڏينهن ٿيا آهن.... واسيلي

مون وٽ آيو ۽ اچي مونکي ٻڌايائين ته ماستر ياڻي بيهوش ٿي وئي آهي. پوءِ هو پادريءَ جي زال وٽ ويو. هوءَ ٻوڙندي هتي آئي ۽ اچي ڏٺائين ته تون چقندر وانگر ڳاڙهي ٿي وئي آهين. هوءَ ٻجليءَ وانگر پوئتي ڀڄي ۽ چيائين منهنجا ننڍا ننڍا ٻار آهن، هنن کي نه اها بيماري لڳي وڃي. پر هن ڊاڪٽر ڏي گهوڙي تي پنهنجو ماڻهو مڪو. ڪنهن کي خبر نه هئي ته ڊاڪٽر ڪڏهن ايندو. ٿي سگهي ٿو ته هو اتي نه هجي ۽ تون انتظار دوران مري وڃين. انڪري هارين ايرمي ڏي ماڻهو پڄايو. ايرمي پوپو آهي ۽ ٽوڻو ڦيڻو پڙهندو آهي. هو پر واري ڳوٺ ۾ رهندو آهي ۽ جلدي اچي ويو. خدا هن کي ڏکهي ڇمار ڏئي، ايرمي توتي جادو پڙهيو نه ته توکي ڏينهن جي روشني ڏسڻ ڪڏهن به نصيب نه ٿئي ها. ڪوٺيءَ ۾ ضاعفن جو ڏنب هو. سڀني کي تنهنجي حالت تي اکين ۾ لڙڪ هئا. پادريءَ جي زال درئ وٽ ايندي رهي ۽ ان تي پنهنجو مٿو رکي رئندي رهي. هوءَ اندر اچڻ کان گهبرائيندي هئي.... ڊاڪٽر پاڳلن وانگر آيو ۽ سڀني کي هتان ڪڍي ڇڏيائين، ايرمي ۽ سڀني عورتن کي. فقط مونکي اڪيلو تو وٽ ڇڏيائين ۽ مار پويس، مون سان ڪهڙيون نه جنيون ڪيون اٿائين. ويهه ڀيرا ته منهنجا هٿ ڏٺاريائين، اصل ڪمبخت پريشان ڪري ڇڏيو. هو پاڻ به هڪ پوري رات تو وٽ ويٺو رهيو. هو دوائون کڻي آيو. اجهو ڏس اهي بوتلون!... ۽ پادريءَ جي زال تو واسطي رهو (Soup) موڪليندي رهي ... پر تو

هڪڙو ڏيک ٻه نه پيتو.... اڙي مان ڪيتري نه بيوقوف آهيان، بس ڳالهين ۾ پئجي ويس .... جيڪڏهن ڊاڪٽر اچي وڃي ته منهنجا ته ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏي!"

گالينا ڏاڍي روشن مرڪ مرڪي. هن جي دل ۾ هڪ جذبو هو، سڀني سان پيار جو جذبو ... فيدوشڪا، هاريٽن، عورتن ۽ پادريءَ جي زال سان.... ۽ ڊاڪٽر سان؟....

پر سڀ کان سرس هن کي چمڪندڙ ۽ وڻندڙ روشنيءَ سان پيار هو. اها روشني، جنهن سڄي ڪوٺيءَ کي گرم ۽ سونهري اس سان ڀري ڇڏيو هو.

(١٧)

جنهن وقت گالينا ٻاهر نڪرڻ جي لائق ٿي ته برف جي مند ختم ٿي چڪي هئي. جيڏانهن بــ هوءَ ڏسندي هئي، آسماني گهير تائين ساوڪ وڇايل ڏسبي هئي. باغ ڦوهه جوانيءَ ۾ هئا. اهڙي ئي ماحول ۾ وڏيري نيڪيفور جا ڳوٺ هئا، ۽ ڪير به چئي نه ٿي سگهيو ته اتي بک، بيماري ۽ غريبيءَ جو راڄ آهي.

ٻن هفتن کان مينهن پئجي رهيو هو. وري هرهنڌ گپ ٿي وئي هئي، پر ايترو ڪچرو نه هو. سنجهيءَ جا وڻ هوا ۾ "سُون سُون" ڪندا هئا. انهن ۾ هاڻي نوان ڳونچ ڦٽي آيا هئا.

"نيڪ آهي، زمين کي چڱي طرح پاڻي ڇهڻ ڏيو. اهي

وڏيڪ زرخيز ٿيندي‌يون!" هاري پنهنجيون ٽوپيون لاهي ۽ پنهنجي مٿان صليب جو نشان بنائي چوندا هئا.

سبق پڙهائڻ وقت يا ماني کائڻ دوران، گالينا جي نظر گهڻو ڪري درين تي رهندي هئي، جن تي برسات جا ڪوها وهندا رهندا هئا. هن کي هر وقت ڪنهن ڳالهه جو انتظار رهندو هو. خود هن کي به خبر نه هئي ته هن کي نيري آڪاس تي سورج نڪرڻ جو انتظار آهي يا کيتن جي ساوڪ تي روشني ڦهلجڻ ۽ پري جو نظارو ڏسڻ جو يا ٿي سگهي ٿو ته هن کي ڪنهن جي اچڻ جو انتظار هجي.... پر ڪير؟.... ڪو به اچڻ وارو نه هو....

نيٺ ڪڪرن جي ڦوهارن کي پنجو آيو. هوا ڪڪرن کي ڊوڙائي ڪڍيو. آسمان تان پردو هٽي ويو ۽ اهو صاف ۽ نيرو نظر اچڻ لڳو. ۽ پوءِ اوچتو ئي اوچتو جهرڪين جا ولر اچي ظاهر ٿيا ۽ چين چين سان اُبُ مٿي تي ڪٽي ڏنائون. هو هرهنڌ اڏڻ ۽ ٽينگ ٽپا ڏيڻ لڳيون. گپ سڪي وئي ۽ بدڪون پهريدارن وانگر ڪوهه تي پهچي ويون.

هڪ ڏينهن، منجهند جي مانيءَ کانپوءِ، سڙڪ تي پري کان گهوڙا گاڏي ڏسڻ ۾ آئي. ڪوچوان، ڊگهو ڪوٽ پهريو، چهبڪ ڦيرائي رهيو هو، پر پنيان ويٺل مسافر کي سجائڻ سولو نه هو. ڪتا زور زور سان ڀونڪندا گهٽين ۾ اچي ويا. گاڏيءَ جا ڦيٿا آهستي آهستي ڦرندا، رستي جي گپ کي ولوڙي رهيا هئا.

ڇا هو ڳوٺ مان لنگهي رهيا آهن يا هتي ئي ڪٿي

منزل ڪندا؟.... شايد هو زراعت کاتي جو عملدار آهي يا ويمي جو ايجنٽ يا جانورن جو ڊاڪٽر يا شايد سلائي جون مشينون وڪڻڻ وارو، جو آمان قسطن تي مشينون ڏيندو آهي. جيڪڏهن هو ڪو اجنبي آهي، تڏهن به هن کي هتي رڪجڻ کپي. جي هن کا نئين وٿ آندي آهي ته انڪري به هن کي ڪوٺ ۾ هڪ نئين چهر ٻهر پيدا ٿيندي. گالينا کي نئون چهرو ڏسڻ جي اهڙي خواهش اڳي ڪڏهن به نه ٿي هئي.

گاڏي ويجهو آئي. هاڻي هوءَ اهو مسافر ڏسي ٿي سگهي. ڪاري ٽوپلي ۽ ڪاري نقاب ۾ هڪ عورت هئي. هن پنهنجو ٽوپلو ٺيڪ ڪرڻ لاءِ هٿ کنيو، جنهن ۾ ڪارو دستانو هو... گاڏي اسڪول طرف مڙي.

اڙي گاڏي هيڏي اچي رهي آهي، گالينا هڪ ٿڌو ساهه ڀري، خوشيءَ مان پنهنجو پاڻ کي چيو.

گهوڙا، جن جا پچ مٿان پدل هئا، سي اسڪول جي اڳڻ ۾ اچي رڪيا. گالينا اچڻ واريءَ جي آجيان ڪرڻ وئي. عورت پنهنجون آڱريون، ڪنن جي پاپڙين کي لڳائي چيو: ”منهنجو نالو انگاروا آهي.... ڏاڍي گپ آهي.... توهانجي ماءُ آهي؟ منهنجي خيال ۾ توهانجي ماءُ گذاري وئي آهي؟ هيءُ ئي اسڪول آهي نه؟“

ٿلهي نقاب اندران چرندڙ چهرو ته پوري طرح ڏسڻ ۾ نه ٿي آيو، پر بيچين اکين جي هلڪي چمڪ اڻرائتي هئي.

”منهنجي ڪوٺيءَ ۾ هلو!“ حيران ٿيندڙ ماستريائيءَ چيو.

”نه، نه نه....“ عورت پريشان ٿي، هٿ لوڏيندي چيو.

جوش ۽ غور سان هن گاليينا جي اکين ۾ اکيون وجهي ڏٺو. گاليينا لاءِ ساهه کڻڻ ڏکيو ٿي پيو ۽ هن پنهنجا ڪلها ڏوڏيا.

”اسڪول اندر هلون“ اچڻ واريءَ چيو.

بئي ڪلاس ۾ داخل ٿيون. عورت، واري واري سان پٽين تـي ٽنگيل جـانورن، پکين ۽ مڇين جون شڪليون، نقشا ۽ بورڊ ڏٺو.

”ڇا ٻار توهانجو چيو مڃيندا آهن؟“ هن پڇيو.

گاليينا پنهنجا ڪلها ڏوڏيا.

”ايترو جيترو ٻين جو.“

”اڙي نه، هـو توهانجي ڳالهه مڃيندا آهن، ٻنا ڪنهن زور ٻار جي مڃيندا آهن، توهين ڪنهن سزا جي اجازت نه ڏيندا آهيو، ڪابه سزا نـه ڏيندا آهيو، ۽ هو توهانجي هٿن ۾ صفا ميڻ آهن.“

”توهانکي ڪهڙي خبر؟“

”مونکي خبر آهـي، مونکي سڀ خبر آهي!“ عورت چيو ۽ هن جو گلو ڀرجي آيو ”ڇگو هلو، توهانجي ڪمري ۾ هلون، مهرباني ڪري جلدي ڪريو.... توهانجي ڪمري ۾ هلون....“

بئي ڪوٺيءَ ۾ داخـل ٿيون. انگاروڙا ميز وٽ ويهي رهي ۽ ٽورو پاسيري ٿي نقاب لاٿائين ۽ پنهنجا دستانا لاهڻ شروع ڪيائين.

”مونکي صاف صاف ٻڌايو... اڙي هي پٽ تي تصويرون ... ڪيترو نه سٺيون آهن... اهي سٺيون آهن چاڪاڻ ته اهي ڏنگيون ڦڏيون ۽ بي ترتيب آهن .“ هوءَ اڃا به پنهنجا دستانا لاهي رهي هئي ”ڇا توهين مونکي ايمانداريءَ سان ٻڌائي سگهو ٿا؟“ هوءَ اوچتو مڙي ۽ گالينا ڪي ڏسڻ لڳي ”ڇا توهين منهنجي مڙس کي پيار ڪريو ٿا ؟“

گالينا پنهنجي مهمان کان هڪ وک پوئتي هٽي وئي ۽ قائل اکين سان هن کي چتائي ڏسڻ لڳي: ڏکن ۾ رهڻ وارو من موهن ۽ گهري رنگ وارو منهن. هن جو نازڪ ۽ تراشيل نڪ. سهڻيون بادامي اکيون، جي محبت ۽ مهربانيءَ سان ڀريل ڏسجي رهيون هيون.

”مون توهانکي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڏٺو آهي.“

ٻي عورت پنهنجي چپن جي ڏکڻيءَ کي روڪيندي چيو ”مان مسز ڪورمايا آهيان. جو ڊاڪٽر توکي ڏسڻ ايندو آهي، هن جي زال، هن ضلعي جي سول سرجن جي زال.“ انهن بي‌انت دلڪش اکين ۾ اهڙي پيڙا، اهڙي اداسي هئي جو گالينا پنهنجا چپ چباڙڻ لڳي.

”پر ٻڌو، توهانکي اهو خيال ڪيئن آيو؟ مان ڊاڪٽر سان تمام ٿورو ملندي آهيان، سو به رڳو اتفاق سان ۽ هن سان گفتگو به مشاچري ٿيندي آهي....“

ٻي عورت سڏڪو ڀريو ۽ سڏڪن کي روڪڻ لاءِ ڪنبندڙ چپن تي قابو پائڻ جي ڪوشش ۾ ڦٽي هيان رئڻ لڳي .

”اهو سچ آهي. مونکي ان تي اعتبار آهي. توهين سچ چئي رهيا آهيو. پر هو.... هو توهان سان محبت ڪري ٿو.“

”مون هن کي ڪو موقعو ئي نه ڏنو آهي. منهنجي سمجھ ۾ نه ٿو اچي.“

”نه، نه. مونکي توهان تي شڪ نه آهي. هن مونکي ڪجھ نه چيو آهي. شايد خود هن کي به خبر نه آهي. هو ايماندار ۽ صاف گو آهي. جا ڳالھ به چوندو آهي، سچ هوندي آهي. اسانجا ناتا بي مثال آهن. هو مونکي سڀ ڪجھ ٻڌائيندو آهي. سڀ ڪجھ: هر ڳالھ، پنهنجو هر ڪارنامو، هر ان شخص جي باري ۾ جنهن سان هو ملندو آهي.... توهانجو هڪ پاءُ آهي ۽ هن ڪري ئي توهان هيڙي دور دراز ڳوٺڙي ۾ ڪم ڪري رهيا آهيو. موڪلن ۾ به پڙهائيندا آهيو.... توهان ٻارن جي باري ۾ وڏي واقفيت رکو ٿا، ۽ ڪنهن سزا کانسواءِ هو توهانجو چوڻ مڃيندا آهن.“

”اڙي، پر مون ته ڊاڪٽر سان ڪڏهن به ان باري ۾ گفتگو نه ڪئي آهي.“

مهمان، گالينا ڏي گوندر پريل اکين سان نهاريو.

”اهو ئي ته ثبوت آهي. هو ڏاڍو ايماندار آهي. توهان جي باري ۾ گھڻو ڪجھ معلوم اٿس، گھڻو ڪجھ. اڄاڻائيءَ ۾ هن هر ڳالھ معلوم ڪري ورتي آهي. چوندو آهي توهان ڏاڍي سهڻي آهيو....“

عورت، ڇوڪريءَ طرف غور سان ڏٺو. هنجون اکيون

پرجي آيون. هوءَ چوندي هلي: ”اهو آهي به سچ. هو درست ٿو چوي. پر منهنجو ان ۾ ڪهڙو قصور آهي؟ مون کان ڪهڙي ڀُل ٿي آهي؟ هو مونسان پيار ڪندو هو، اڻ ميو پيار.... ۽ پيار.... اسانکي هڪ پٽ آهي. هو اسان واسطي سڀڪجهه آهي پر مان ڏسان پئي ته منهنجي خاوندکي ڪجهه ٿي ويو آهي. هو پهرين وانگر خلوص وارو ۽ ايماندار آهي. ڪجهه به نه لڪائيندو آهي. پر مان ڏسندي ۽ محسوس ڪندي آهيان ته هن ۾ تبديلي اچي رهي آهي. هن جي دل جي ٿوري تبديليءَ جي به مونکي خبر پئجي ويندي آهي، مان هر ڳالهه پڙهي سگهندي آهيان، هر شيءِ محسوس ڪري وٺندي آهيان... جڏهن ڪو محبت ڪندو آهي، تمام گهري محبت، ان وقت هو پنهنجي محبوب جي هر ڳالهه محسوس ڪري سگهندو آهي.... مان ۽... هوءُ... اسين“

خاموش سڏڪن ڪري هنجو سارو سرير ڏڪي رهيو هو ۽ هن ٿڙڪندڙ چپن کي زور سان ڀڪوڙي ڇڏيو هو.

گالينا هڪ پَل واسطي به پنهنجيون قاتل گهوريندڙ اکيون هن عورت جي طرف کان نه هٽايون هيون. هن پاڻ تي ضابطو رکڻ جي ڪوشش ڪئي. روشن ڏينهن هو ۽ سج پوري آب تاب سان چمڪي رهيو هو.... صبح جو سڄا ڳپ ٿيڻ ڪانپوءِ، روزمره جون سڀ جون سڀ چيزون ٿيون هيون: چند ڦوڪ، چانهه، پار، هل هنگامون، پڙهائڻ، منجهند جي ماني. هن کي محسوس ٿي رهيو هو ته هيئر جو ڪجهه

ٿي رهيو آهي سو پڻ گذري ويندو، ۽ دستور ۾ جو خلل پيو آهي، سو وري پنهنجي راهه تي واپس اچي ويندو.... نه، هي گذري نه ويندو. ميز وٽ هڪ جوان عورت ويٺي هئي، هن جو نقاب لٽڪيل هو، هن جون اکيون سهڻيون، اعتماد ڀريل ۽ ڀوريون هيون، هن جون پنبڻيون گوڙهن سان ڏوبي رهيون هيون ... هڪ عورت، جنهن جو چهرو خوبصورت، هٻڪندڙ ۽ انتهائي دلڪش هو.

مسز ڪورمويا جي منهن تي هاڻي ٿوري ناپر اچي وئي هئي.

”منهنجي باري ۾ خراب نه سوچجو. مان ديواني يا چسي نه آهيان. پر پوءِ به پاڻ کي سمجهي نه ٿي سگهان. توهين ان پوائنٽي احساس کي سمجهي سگهو ٿا: توکي ڪنهن سان پيار هجي، جنون جي حد تائين پيار، تون پنهنجي پوري زندگي گهوري ڇڪي هجين، ڪجهه به باقي نه رهيو هجي.... ۽ توسان محبت ڪئي وڃي، بي انت محبت ڪئي وڃي، خالص محبت، ۽ توکي ان جي خبر به هجي، ان جو احساس به هجي ۽ اچانڪ تون محسوس ڪرين ته ڪا چيز تنهنجي محبت کي کوکلو ڪري رهي آهي، ذرو ذرو ٿي اها ڍهي رهي آهي، پور ٿي رهي آهي ۽ تون ڪجهه ڪري نه ٿي سگهين، ڪجهه به نه . پنهنجي اکين سان ڏسين ٿي ۽ هڪ آڱر به کڻي نه ٿي سگهين، ۽ اها بربادي ويجهي ايندي ٿي وڃي، برداشت ڪرڻ مشڪل ٿي پوي ٿو.... بس اها شيءِ نپوڙي ٿي وجهي، ڇپياتي ٿي ڇڏي.“ عورت جو ڳالهائڻ

هلڪو سس پس جهڙو ٿي ويو هو.

هن جون اکيون دهشت سان ڀرجي ويون هيون ۽ هن سس پس ۾ پنهنجي ڳالهه جاري رکندي چيو "ڳالهه ٻڌ، مان هر شيءِ جي رکوالي ڪندي آهيان. مان هن لاءِ ننڊ ڪان ننڊو ڪم پاڻ ڪندي آهيان. هن کي خود نه وقت ملندو ڪونهي. هو سدائين هيڏانهن هوڏانهن ويندو رهندو آهي. هن کي رسالن پڙهڻ جي مهلت ڪانه ملندي آهي. مان ٿي چار رسالا پڙهي هن کي ٻڌائيندي آهيان. مون بيمارين، طبي اصطلاحن ۽ خاص خاص طبي کوجنائن جي باري ۾ گهڻو ڪجهه پڙهيو آهي. مان طبي مخزنون پڙهي هن لاءِ دلچسپ مضمونن تي نشان لڳائيندي آهيان ... مون پاڻ کي هن لاءِ بلڪل وقف ڪري ڇڏيو آهي ... ڇا مان قصوروار آهيان؟ مون تي ذرو به ڏوهه ڏئي نه ٿو سگهجي. هو مونکي پيار ڪري ٿو .. ۽ پار تي به الزام هڻي نه ٿو سگهجي." اچانڪ هوءَ مرڪي "۽ تو کي به قصوروار نهرائي نه ٿو سگهجي.... تون سچ ٿي چوين ... ڊاڪٽر به ائين ٿي چيو .. مونکي سڄي خبر آهي.... مان سڀ ڄاڻان ٿي...."

ڳالينا هن کي گول گول پريشان دوڏن سان تڪي رهي هئي ۽ محسوس ڪيائين ته هوءَ پيار جي اهڙي سرحد تي پهچي چڪي آهي، جتي کو مشڪل سان ئي قدم رکندو آهي. هن پنهنجو ڪنڌ جهڪائي، اطمينان جو ساهه کنيو ڇو هن کو غلط قدم نه کنيو هو، ۽ سوچيائين ته هن عورت سان هي واقعو ٿي چڪو آهي، عام طور ڪنهن

سان بہ انهن تي سگهي ٿو، پر مونکي پڪ آهي تہ مان سنڀالي قدم کڻندس ۽ مون سان ڪڏهن بہ اهڙو واقعو پيش نہ ايندو.

عورت کي چيائين ”پريشان نہ ٿيو. هان هي وٺو گلاس، پاڻي پيو! توهان وڏاءَ کان ڪم وٺي رهيا آهيو. ڊاڪٽر سان منهنجي ملاقات تمام گهٽ، مختصر ۽ اتفاق سان ٿيندي آهي. اهو بہ تڏهن جڏهن بيمارن کي ڏسڻ ايندو آهي. هاڻي مان انهن ڪندس جو اسين ڪڏهن بہ هڪٻئي سان ملي نہ سگهنداسين، بس اهو ٺيڪ آهي نہ؟“

عورت، جنهن جي چپن ۾ جنبش هئي، تنهن پريشان ٿي پنهنجا هٿ هوا ۾ ائين لهرايا ڄڻ ڪنهن حملي کان پنهنجو بچاءُ ڪندي هجي.

”نہ، نہ نہ... ائين نہ ... ان کانسواءِ سڀڪجهہ.... مان ڪجهہ نہ ڪنديس يا تہ هو صرف منهنجوئي رهندو، مڪمل طور، يا اسين جدا ٿي وينداسين.... سدائين لاءِ....“ عورت چيو. هاڻي هن جا نيڻ خشڪ ٿي ويا هئا ۽ هن جو چهرو سخت ۽ سرد پٿر جي ويو هو.

گاڏي ڏکيائيءَ سان آهستي آهستي هلندي وئي. ان جا ڦيٿا گپ ۾ ڇپڪا ڏاهي رهيا هئا. نيٺ پري، سڙڪ جي ڇيڙي تي وڃي اها غائب ٿي وئي.

گاليٽا پنهنجيون لونڊڙيون هٿن سان دٻائي ويهي رهي. هوءَ سوچڻ لڳي تہ اها ڪجهہ نامناسب ڳالهہ هئي، ان عورت ائين ڇو ڪيو؟ ڇا مونکي ڏوهاري بڻائي سگهجي

ڏسو؟.... هن پنهنجي درسي ڪُتب، سامهون جهلي. ٻ ڳهن ٻ ڳهن ڇپرن واريون پوريون اکيون ۽ عقابي نڪ جهاتيون پائي رهيا هئا.... ها، توتي الزام اچي سگهي ٿو... پر مون پنهنجي گفتگو توڙي عمل سان هن کي ان طرح جو ڪو وجهه نه ڏنو آهي....

هوءَ ڪجهه مهل اکيون هيٺ ڪيو ويٺي رهي ۽ پوءِ دل ۾ چيائين ته مونکي خبر آهي ته مونکي ڇا ڪرڻ کپي.

(١٨)

هن کي سدائين محسوس ٿيندو هو ته دستوري راهه تي لڳل روزمره جي حياتي بدلڻ ڏاڍي مشڪل آهي، جيئن ڪنهن به ڳالهه کي اچانڪ روڪڻ ڏکيو هوندو آهي. پر هن جڏهن اسڪول ڇڏڻ جو نوٽيس ڏئي ڇڏيو ته هر شيءِ سهنجي ۽ سڌي سنئين ٿي پئي. بس هن کي پنهنجا ٿيڙ بدڻ ۽ گاڏيءَ ۾ وهڻ رهجي ويو، امتحان جي مصروفيت جو زمانو ختم ٿي چڪو هو.

گالينا پنهنجي خالي ڪوٺيءَ ۾، فرش تي هڪ ٽوڪريءَ جي سامهون ويهي ڪپڙا، ڪتاب ۽ تصويرون رکي رهي هئي. خالي پٽيون اداس لڳي رهيون هيون.

هاڻي هر ڳالهه آسان هئي ڄڻ ماڻهوءَ کي هڪڙي ڪمري مان ٻئي ڪمري ۾ وڃڻو هجي. هن کي ويٺي ويٺي ان رات وارا خيال ياد آيا جڏهن هن پاڻ کي ٻيوهه ۽ سٽن

ٻارن جي ماءُ تصور ڪيو هو ۽ هن مرڪي ڏنو.

اها عورت، جنهن هن کي پنج رپيا رشوت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ اها عورت، جا پنهنجي پٽ کي وٺي آئي هئي جنهن کي بادفرنگ جي گندي بيماري هئي، سي هن جي ذهن جي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڦري رهيون هيون. هن جي دل ۾ انهن خلاف ڪو بغض، ڪا شڪايت ڪانه هئي.

واسيلي ڪيترائي ڀيرا ڪوٺيءَ ۾ اچي چڪو هو. هن ڪمري ۾ ويهي، ماٺ ۾ ٿڌا ساهه ٿي ڀريا ۽ ٻاهر نڪري ٿي ويو.

هڪ جهرڪي دريءَ مان اندر آئي. ڪمري ۾ ٻه ٿي چڪر ڏنائين ۽ وري واپس دريءَ مان اڏامي وئي. دريءَ مان اونهاري جي شروعات جي وڻندڙ ساوڪ نظر اچي رهي هئي. ڪڪڙ جوش مان ٻانگون ڏئي رهيا هئا ۽ ڪڪڙيون ڪُڙ ڪُڙ ڪري رهيون هيون. پري ڳوٺ ۾ هڪ خالي گاڏي کڙ کڙ ڪندي اچي رهي هئي. جهرڪيون زور زور سان چين چين ڪري رهيون هيون.

ڀرسان وڻندڙ ڏينهن ٿي هوءَ هتي اڪيلي سامان ٻڌي رهي هئي. هڪ لمحي لاءِ ڪنهن جي ياد هن جي دل کي سسائي ڇڏيو.

فيدوشڪا هن جي سهائتا لاءِ اچي وئي. هوءَ ادنگي نموني شيون ٿوڪريءَ ۾ وجهڻ لڳي.

”نه فيدوشڪا، ائين نه ڪر، اها شيءِ ائين ٺيڪ نه ٿيندي.“ گالينا چيو.

فيدوشڪا ننڍيون ننڍيون چيزون گهرڻ شروع ڪيون: ڪو منجڻ جو خالي ڏٻو، ڪا دوا جي خالي شيشي، ڪو پراڻو رومال، يا ڪي اڳڙيون. جيتوڻيڪ اهي بيڪار شيون هيون، پر اهو سوچڻ چڱي ڳالهه نه هئي ته هوءَ هر شيءِ ۾ اکيون وجهيو ويٺي آهي ۽ هاڻي ڪجهه ٻيو گهرڻ واري آهي. ٻيون مايون به ڪونڌيءَ ۾ مڙڻ لڳيون. جيتوڻيڪ هنن ڪا وٿ گهري ڪانه، پر هو ڳالينا ڏي نهارينديون رهيون ۽ انتظار ڪري رهيون هيون ته هنن کي ڪا سوکڙي ملندي.

جهوپڙين مٿان سج بلند ٿيو. دريءَ مان ٻارن جو گوڙ گونجڻ لڳو. هو به جهرڪين وانگر آهن ۽ هر موقعي تي تيزيءَ سان گڏ ٿي ويندا آهن.

واسيلي سامان ٻاهر ڪڍي وجهڻ شروع ڪيو. هاڻي گهرڻ لاءِ ڪجهه نه بچيو هو. فيدوشڪا ڳالينا واسطي گهران ڪجهه سنبوسا آندا هئا.

ٻاهر سڙڪ تي شور ٿيو. زور زور جا آواز اچڻ لڳا:

”تو منهنجي ڳاڏيءَ کي ڇو پڪڙيو آهي؟“

”ڇڏي ڏي ان کي. تو کي ڪنهن سڏايو آهي؟“

”ڇڏي ڏي!“

”مان تنهنجيون اکيون ڪڍي ڇڏيندس.“

”مون جنهن کي ماريو، اهو ٻئي ڏينهن تائين جيئرو رهي نه سگهيو.“

وچ ۾ واسيليءَ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو: ”ايپات! تون وچ ۾ ڇو پنهنجي ٽنگ اڙائي رهيو آهين؟ تو کي ڪنهن به نه

سڏايو آهي، مان ڪري هليو وڃ."

گاليِنا دريءَ مان ليئو پائي ڏٺو. واسيليءَ، گاليِنا کي ٽيشڻ تي وٺي وڃڻ لاءِ جنهن گاڏيءَ واري کي چيو هو ۽ ٻئي گاڏيءَ واري ايپات جي درميان هنجي ٽوڪري کڻڻ تي چڪتاڻ ٿي رهي هئي. هرهڪ ٽوڪريءَ ۾ ٻڌل رسي پنهنجي طرف ڇڪي رهيو هو ۽ ٽوڪري زمين تي ليٽڙجي رهي هئي. مردن ۽ عورتن جو هڪ ڏنب هنن جي چوڌاري گڏ ٿي ويو هو ۽ ٻيا ٻه اچي رهيا هئا. گاليِنا حيران ٿي ٻاهر نڪتي ۽ پڇيائين ته ڇا معاملو آهي؟

هڪ ڏگهو ۽ جانٺو جوان، جو هڪ دفعي گاليِنا جي بيعزتي ڪري چڪو هو، پر ان جي شڪايت نه ڪئي هئي، ڇو ته گاليِنا کي ان مان ڪو فائدو نظر نه آيو هو، ۽ جنهن جو نالو ايپات هو، تنهن واسيليءَ ۽ ٻئي گاڏيءَ واري کي ٿيلها ڏئي، هنن کان ٽوڪري کسي ۽ لڪڻ ذريعي هنن کي ڪتن وانگر ڀڄائي رکندي، هو ٽوڪري کڻي پنهنجي گاڏيءَ تائين کڻي ويو.

"ان جو مطلب ڇا آهي؟ تون ڇا ڪري رهيو آهين؟" گاليِنا پڇيو.

همراهه ٻيهي رهيو ۽ ٽوڪريءَ جو پاسو پڪڙي، ڇيڙاڪ نگاهن سان نهاري رهيو هو.

"گاليِنا، هنن کي پؤنڪڻ کان جهل. هي ڪتن وانگر پؤنڪي مونکي پنهنجو ڪم ڪرڻ نه ٿا ڏين." ايپات چيو.

"تو ٽوڪريءَ کي هٿ ڇو لاتو؟ اها واسيليءَ جي

حوالي ڪر.“ گالينا تيز ٿي چيو.

”هنڪي ياڙي تي نہ سڏايو ويو آهي.“ ميڙ مان آواز آيا.

”هو بنا چوڻ جي هليو آيو آهي.“ ٻين چيو.

”ايپات، تنهنجو دماغ خراب ٿي ويو آهي. مون کي سڏايو ويو آهي، توهان هرو ڀرو هنگامو ڪري رهيو آهيو.“ ڀئي ڳاڙهي واري چيو.

ايپات غصي سان سڙيو. هن جي چيڙاڪ اکين ۾ ڪاري چمڪ هئي. هن اڇا رسي پنهنجي مٺ ۾ سوگهي ڪري جهلي هئي.

”گهڻو چو ٿو ڳالهائين؟ گهڻا ڏوڪڙ ورتا اٿئي؟“ ايپات ٻئي ڳاڙهيءَ واري کان پڇيو، جنهن جي منهن تي خوبصورت ڏاڙهي هئي.

”گهڻا ڏوڪڙ ورتا اٿم!“ ان ڳاڙهيءَ واري چٿر ڪندي ورجايو ”مون چاليهن ميلن جا ڏهہ رپيا گهريا آهن. لٿي رهيو آهيان نہ ماسترياڻي کي. واپس اچي مونکي گهوڙي کي هڪ ڏينهن آرام بہ تہ ڪرائڻو پوندو.“

”۽ مان هڪ پئسو بہ نہ ٿو گهران!“ جوان پنهنجو چهبڪ پنهنجي سيني تي هڻندي چيو ”مان ڀلا هن کان ڪجهہ وٺي سگهان ٿو!“

”نہ، اهو ٺيڪ نہ ٿيندو.“ گالينا چيو.

”ماسترياڻيءَ اسان لاءِ فائدي وارا ڪم ڪيا آهن.“ ايپات ميڙ ڏي مهڙ ڪري چيو.

”اسان هن جي باري ۾ ڪڏهن بہ برو لفظ نہ ٻڌو.“

ڪنهن چيو.

”ايپات کي به هن لاءِ ڪجهه ڪرڻ ڏيو.“ ٻئي چيو.

اهڙي ريت چڻ جهڳڙو ٽئي ٿي ويو. ايپات غصي مان ٽ-وڪري پنهنجي گاڏيءَ ۾ وڃي ۽ ان کي ٻـڌڻ شروع ڪيو. هن جون ڏونئيون، هن جي قاتل ڪوٺ مان ٻـاهر ٽڪتل هيون.

گالينا ششدر ٿي بيٺي هئي. هن اهو چوڻ ته ٿي چاهيو ته هوءَ ايپات سان گڏ سفر ڪرڻ کان ڊڄي رهي هئي، ڇو ته هن جي روش مان سچائي بکي رهي هئي.

”اڙي، اچ ڪاڻا، ٻيو سامان به کڻي آ ڌ. ٻنيان رکان.“

جوان رسيءَ جي هيٺان سڪل گاهه ڏنو، جيئن رکيڙ نه ٿئي. هن گالينا جي وهڻ لاءِ مناسب جڳهه بنائي.

”ٻڌو، مان اهو نه ٿي چاهيان ته مونکي ڪو مفت ۾ پهچائي. اسان ٻئي ماڻهوءَ کي گهرايو هو، ٻـوءِ تون ڇو آيو آهين؟“ گالينا چيو.

”ان بحث مان ڪهڙو فائدو؟“ واسيليءَ چيو ”هي صفا جاهل آهي. منهنجي خيال ۾ تو هانکي هن سان وڃڻو پوندو.... اي ٻيا ڏاڙهيءَ وارا! تون پنهنجي گاڏي واپس وٺي وڃ.... ايپات جو گهوڙو بهتر رهندو. هو جلدي پهچائيندو ۽ ڪم به مفت ۾ ڪرڻ ٿو چاهي.“

”ايپات جـو گهوڙو ٻلو آهي، اهو تيز هلندو.“ سڀ ڙ ٻنيراٿي ڪئي.

”چڱو ته ايپات کي وٺي وڃڻ ڏيو.“ ٻيو آواز آيو.

اپپات جي گاڏيءَ ۾ تيز ڀڄي رهيا هئا، پر گالينا اڃا به پڌتر ۾ ويٺي هئي. هن کي وري به ان صدمي جهوريو ته هوءَ هجوم ۾ اڪيلي هئي. ڪنهن شيءِ هن کي احتجاج ڪرڻ کان روڪيو.

”هان ڀيڙا گاڏيءَ وارا، هي تون وٺ، تو کي تڪليف ڏنيسين.“

ڀيڙي گالينا کان ربيو ورتو ۽ پنهنجي کيسي ۾ وڌائين. هو پنهنجي گاڏي موڙي، واپس روانو ٿيو.

گاڏيءَ تي هر شيءِ چڱيءَ طرح رکي وئي. وڃڻ جو وقت اچي ويو. هن کي وري افسوس ٿيو. هن ڪلاس تي نظر وڌي. هن ان ننڍڙي خالي ڪوٺيءَ تي به نظر وڌي، جنهن هن جي خاموشيءَ سان مرحبا ڪئي هئي؛ هن جي خيالن، خوابن، اميدن، غمن ۽ تنهاين کي جڳهه ڏني هئي.

”موڪلائي، واسيلي! شل تون دنيا جون نعمتون ماڻين. تنهنجا لک لک ٿورا.“ هن واسيليءَ جو کهرو هٿ پنهنجائپ سان دٻايو.

واسيلي سڻون ڪري ٻئي پاسي ڏسڻ لڳو.

”توهان کي نه وڃڻ کپي. توهان هتي نيڪ رهي ٿي سگهيا. هيڏ نهن هوڏانهن ڀٽڪڻ جي ضرورت ڪانهي هئي. ساڌو پين جڳهين وانگر هتي به شادي ڪري وٺندا آهن.“ هن چيو.

”موڪلائي، واسيلي!“

هوءَ سڙڪ تي آئي. هاڻي گاڏيءَ ۾ وهڻ جو وقت اچي

ويو هو. عورتن ۽ مردن جو وڏو هجوم هو. ڇوڪريون سورج مکيءَ جا ٻج کائي رهيون هيون. عورتون پنهنجن ٻارن کي هنجن تي کنيو بيٺيون هيون. ٻار جي هن جا شاگرد هئا، سي هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي رهيا هئا. هڪ ٻئي جو پيڇو ڪري رهيا هئا ۽ ڇيخون پڪارون ڪري رهيا هئا.

هن گاڏيءَ طرف اهو ڏسڻ لاءِ نهاريو ته هر شيءِ رکي وئي آهي يا نه. هن ڏٺو ته، هن جي وهڻ لاءِ جڳهه ڪانه بچي آهي. پوري خالي جڳهه ٿيلهين، پڙن ۽ اگهڙيـن ۾ ويڙهيل بنڊلن سان والاريل هئي.

”هي سڀ ڇا آهي؟ هي ته منهنجون شيون نه آهن.“

هڪ پيلي عورت هن وٽ آئي ۽ پنهنجو سگهارو هٿ گاڏيءَ تي رکي چوڻ لڳي ”هي سنبوسا ۽ پيون شيون آهن جي اسان تيار ڪيون آهن ته، تون رستي ۾ کائين. شل سدائين خوشيون ڏسين.“

”۽ هي منهنجي طرف کان آهي. تو منهنجي وانيا کي پڙهڻ لکڻ سيکاريو. شل سکي رهين.“ هڪ ٻي عورت چيو. هن جي ڪلهي تي ننڍڙو ٻار ڪنگهي رهيو هو.

”هي به کائجان. رستو ڪافي ڊگهو آهي ۽ تو کي ڪجهه نه ڪجهه کائڻ جي اشتها لڳندي. هر کان جو تي سگهيو آهي، هن تو لاءِ آندو آهي. جي تون هتي رهين ها ته منهنجي واسيا کي پڙهڻ لکڻ سيکارين ها.“ هي ان عورت چيو، جنهن، ٻار کي داخلا نه ملڻ ڪري، گاليئا کي گهڻ وڌ گهٽ ڳالهايو هو.

گاليما مردن، ضاعفن ۽ پنهنجن شاگردن کي، جي گاڏيءَ جي چوڌارن گڏ ٿي ويا هئا، تن کي حيرت مان ڏسي رهي هئي.

هڪ ننڍڙي هئڊي ڇوڪري، جنهن جي خانـدان ۾ آتشڪ جو مرض هو، سا گاليما جي گهورڻ تي شرمائجي گاليما کي ڏسڻ لڳي ۽ ٻاتـائي چوڻ لڳي ”چاچي ف.... ف.... فيدول وٽ هڪ ٻاڳل ب.... ب دڪ....“

هن جا سنهڙا سنهڙا چپ ڪنبي رهيا هئا ۽ اکين ۾ لڙڪ اچي ويا هئا.

”مونکي افسوس آهي جو تـون وڃي رهين آهين.“ هرڪو چئي رهيو هو.

گاليما پنهنجو پاڻ کان پڇڻ لڳي ته ڇا هي اهي ساڳيا ئي ماڻهو آهن؟ هي ڪير آهن؟ مان ته هنن کي پهرين ڪونه ڏٺو هو ...

هنن جي وچ ۾ ڏاريائپ جي جا سنهڙي پيت هئي، سا پڄي پـُري وئي هئي. هو سڀ چئني طرف گڏ ٿي هڪ ئي وقت ڳالهائي رهيا هئا. عورتون رومالن سان پنهنجيون اکيون اگهي رهيون هيون.

”شل تنهنجيون سڀ مرادون پـوريون ٿين.“ سڀڪو دعائون ڏئي رهيو هو.

هن کي پل واسطي، ڪوهيڙي ۾ مليل خيال آيو تـه وڏيري نيڪيفور سان به هي ماڻهو ان طرح ڳالهيون ڪندا آهن، پر فورن ئي اهو خيال ويندو رهيو.

”شل سفر سولو ڪٽجي....“

”سلامت رهين....“

گالينا جذبي هيٺ ان بيمار ڀاتي ڇوڪريءَ کي جهلي، هنجي ڇپن تي چمي ڏني. ائين ڪندي هن تي وڏنڊڙ خوف به طاري ٿيو. پوءِ عورتون، واري تي ايندڙيون هنکي چمنديون رهيون ۽ ڇوڪرن هن سان هٿ ملايو. هوءَ مشڪل سان انهن لڏل ڇهرن ۾ فرق ڪري ٿي سگهي. آخرڪار هوءَ گاڏيءَ ۾ چڙهي ويٺي ڀنيان عورتن هن جي گود ۾ شيون رکڻ شروع ڪيون: ڪيڪ، سنبوسا ۽ گجرون.

”پياري، اسان جون دعائون توسان آهن....“

”سائنڻ، سدا سکي رهين ..“

گالينا کي پنهنجو پاڻ تي شرم اچي رهيو هو. پنهنجي ڇپن جي جنبش کي قابو ۾ رکندي هوءَ سيني جو ٿورو مچيندي رهي.

”۽ ڏس ايپات! خيال رکجان ۽ آرام سان پهچائجان. هي پلو گهوڙو آهي، سولي نموني منزل تي پهچائيندو.“ مردن چيو.

”ڀاڻي پيارڻ واسطي وچين گوٺ وٽ ترسجان.“

”ڏس خيال ڪجان، دڙي وٽ ڏيڻ ۾ ڦاسي نه پئجان، ساڄي پاسي کان هلجان.“

”سڀ خبر اٿم.“ ايپات حقارت ۽ خوداعتماديءَ سان چيو ۽ لغام ڇڪيائين.

”الله واهي....“

”ترسو، ترسو، ترسو!“

گاڏي بيهي رهي. سڀني پنهنجا نهاريو. هڪ ننڍڙي نينگري ڊڪندي آئي ۽ هن جي ڀرسان هڪ ٻيڙي هئي. ٻيڙي گالينا وٽ پهتي ۽ پنهنجا سگهن جهڙا ٻنهڙا هٿ گاڏيءَ تي رکيائين. هوءَ پنهنجي اڻ ڇتين موتيائي اکين سان گالينا کي ڏسڻ لڳي.

”مان ئي هن کي وٺي آئي آهيان.“ ننڍڙي نينگريءَ سهڪندي چيو.

هي موتيائي اکيون گالينا جي ذهن ۾ چنبڙيل هيون، پر هن کي ياد نه اچي رهيو هو ته هن اهي اکيون ڪٿي ڏٺيون هيون. ٻڍي، جا هن کي ڇاڪل سچاتل نگاهن سان گهوري رهي هئي، تنهن چيو:

”ٻچڙي! ڇا تنهنجي طبيعت ٺيڪ نه آهي؟“

گالينا اهو آواز ڪٿي ٻڌو هو.

عورتون رڙ ڪري چوڻ لڳيون ”ناني! آفيسر خلاف ڪو منتر پڙهه، آفيسرن خلاف. آفيسر هن ماستريائيءَ کي هتان ڪڍي رهيا آهن. ڪو اهڙو منتر پڙهه جو هن کي آفيسرن سان منهن ڏيڻ ۾ آساني ٿئي.“

پوءِ گالينا کي ياد اچي ويو. جڏهن هن کي سرسام ٿيو هو ۽ هوءَ بيهوشيءَ جي ڪيفيت ۾ هئي ته هي چهرو ۽ هي اکيون هن مٿان جهڪيون هيون ۽ هن جي ڇپن مان ڪو آواز نڪري رهيو هو، ها اهو ئي آواز، شايد هوءَ هن کي بيماريءَ کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ خاطر، هن مٿان ڪو منتر اچاري رهي هئي....

”ناني، مان صفا چڱي ڀلي آهيان.“ هن چيو.

”اها ڳالهه نه آهي. اها ڳالهه نه آهي.“ عورتن رڙ ڪئي.

”ناني، آفيسرن خلاف منتر پڙهه. آفيسر ئي هن ڪي هتان ڪڍي رهيا آهن. ڇا به هجي ناني، منتر هن لاءِ فائديمند رهندو.“

جند ڇڏائڻ لاءِ، گالينا منتر ٻڌڻ لاءِ به تيار هئي، پر شاگردن جي سامهون هن کي شرم ٿي آيو. عورتون گاڏيءَ سان چنبڙي ويون هيون ۽ مرد چپ چاپ ڪلهي رهيا هئا.

”اها ته حقيقت آهي ته جڏهن ڪو موزون ۽ محنتي ملازم ايندو آهي ته آفيسر هن کي پڇائي ڪڍندا آهن.“

”مان پاڻ پنهنجي مرضيءَ سان وڃي رهي آهيان، مون نوٽيس ڏنو هو.“

”اسانکي خبر آهي ته جڏهن هو نوٽيس ڏيڻ لاءِ چوندا آهن ته ڏيڻو پوندو آهي.“

”ڪا پرواهه ناهي. ناني، تون پڙهه. ان مان ڪو نقصان نه ٿيندو.“

”ناني، ڀلا تون پڙهڻ سان لهي ته ڪونه ويندينءَ.“

گالينا کي ٻڍڙيءَ جي سس پس ٻڌڻ ۾ آئي. موتيائي اکيون هن تي لڳل هيون ۽ سنهڙا سڪل هٿ صليب جا وڏا وڏا نشان بنائي رهيا هئا.

گالينا ويچاري ته هوءَ ڇا ڪري؟ هن ٻڍڙيءَ جا هٿ پري اڇلائي، ايپات کي گاڏي هڪلڻ لاءِ چوڻ وڏي بدتميزي ٿيندي.

گهڻو ڪجهه پڙهندي ۽ پڻ پڻ ڪندي، پيڙيءَ چيو:
”آمين، پياري، خدا تو ڪي....“

ايترات بي صبريءَ سان گهوڙي کي چهبڪ لڳايو ۽ ڦيٿن ڪڙڪڙ ڪئي. گالينا اسڪول تي پچاڙڪي نظر وڌي. واسيلي ورانڊي ۾ ويٺو هو... هو هاڻي هن جو قصو پڻ ماڻهن کي ٻڌائيندو، جهڙي طرح هن کي اڳين جا قصا ٻڌايا هئا: ان ڇوڪريءَ جي باري ۾ جا رنج ۽ غم ڪري مري وئي ۽ ان ماستر جو قصو جو آفيسرن جي پيرن تي ڪري منٿون ايلاز ڪندو هو ۽ پنهنجن ٻارن جا وات وهاڻي سان بند ڪندو هو.

پراڻي عمارت، باغ ۽ سنجهيءَ جا وڻ، سڀ هن کي پيارا محسوس ٿيڻ لڳا هئا.... ماڻهن جو ميڙ اڃا به اسڪول وٽ بيٺو هو. بار شور مچائيندا ۽ سيٽيون وڄائيندا گاڏيءَ پٺيان ڊوڙي رهيا هئا. پنهي طرفن کان چاتل سچاتل جهوپڙيون لنگهنديون ٿي ويون.

هن جي اندر سان سوال اٿيو: ڇا تون هنن ماڻهن وٽ واپس نه ايندينءَ، هنن کي تنهنجي ضرورت آهي؟.... ۽ جواب آيو: نه، مان زنده رهڻ ٿي چاهيان....

ڪنهن پٺيان زور سان پڪاريو. گاڏي بيهي رهي. پسادريءَ جي زال ڊوڙندي آئي. هن جو منهن ڳاڙهو هو. گالينا گاڏيءَ تان لٿي. هجوم به اتي اچي پهتو.

”مون سمجهيو ٿي ته مان توسان ملي نه سگهنديس. مان ٻڌو ته تون ڪالهه اسان سان ملڻ اسانجي گهر آئي

هنئين ۾، پر اسان موجود ڪونه هئاسين. پادري ۽ مان باغ ڏي هليا ويا هئاسين. هو اڃا اتي آهي ۽ تو کي ڪيڪار موڪلي اٿائين." پادريءَ جي زال سهڪندي چيو.

"گاليينا کي وچڻ ۾ ڏاڍي دير ٿي وئي هئي." ميڙ مان ڪنهن همدرديءَ سان چيو.

"ٺهل تو تي رحمتون وسنديون رهن." گاليينا جا خاموش بيٺي هئي، تنهن تي پادريءَ جي زال ڪيترائي گهرا صليب جو نشانو ڦيرايو ۽ هنکي زور سان پنهنجي ڀاڪر ۾ ورتائين.

"تون منهنجي ماءُ برابر آهين" گاليينا ڀاڻ کي هن سان وڌيڪ پڪوڙيندي چيو. هن جي نيڻن مان نير اٿلي رهيو هو.

هن گاليينا کي مٿي گاڏيءَ ۾ وهاريو ۽ هن کي ڪاغذ جي هڪ بدڙي هٿ ۾ پڪڙايائين.

"هي ڇا آهي؟" گاليينا پڇيو.

"ڪجهه ڪاڻڻ جي شيءِ آهي. ان جي تو کي ضرورت پوندي. سفر ۾ پورو ڏينهن لڳي ويندو." پادريءَ جي زال پاڀوهه مان چيو.

هو وري روانا ٿيا. گهوٽ ڪان مڙي، ڪيتن مان ويندي هن کي اسڪول ڏنڌيل نظر آيو. عورتون هنجن تي ٻارڙا جهليو اڃا تائين بيٺيون هيون ۽ پادريءَ جي زال اڇو رومال لوڏي رهي هئي، جو مشڪل سان نظر اچي رهيو هو.

پوءِ هو هيٺاهينءَ ۾ لهي ويا، جتي گاهه جي درميان ڏيڻن ۾ پاڻي چمڪي رهيو هو. هو هتان چاڙهيءَ تي وڃي رهيا هئا ته هن کي پادري دميتريءَ جي بگي ڏسڻ ۾ آئي.

هو چووانڻي تي گاڏي روڪي لٿو. ايپات به گاڏي بيهاري ۽ بيدليءَ سان جهڪي پنهنجي ٽوپي لاٿي.

”هيءَ منهنجي خوشقسمتي آهي. سان ڪجهه گهر وساري آيو هوس، ۽ اهو کڻڻ واسطي واپس وڃي رهيو آهيان.“ پادريءَ چيو.

هو سدائين گهگهي ۽ ڳوري آواز ۾ ڳالهائيندو هو، پر هينئر هن جو آواز ڪافي ڌيمو هو.

”تون وڃي رهي آهين! ڪجهه به هجي، اسين اڪيلا رهجي ويندا سين، اڪيلا.“ هن آسمان طرف نهاريندي چيو.

هو هينئر ڳاڻ وارو يا مذهبي مدرسي جو ڪتابي نه هو، فقط ڳوٺ جو پادري هو. هن وقت سندس قد به ننڍو لڳي رهيو هو.

”ها، اسين صفا اڪيلا ٿي وينداسين!“ هن ورجايو. هن پنهنجن وڏن وڏن هٿن جي وچ ۾ گالينا جو ننڍڙو هٿ زور سان دٻايو.

”چڱو، سوڪلاڻي! تو کي سچي دنيا جون خوشيون عطا ٿين.“ هن گالينا جو هٿ پنهنجن چپن تائين آڻي چميو.

گالينا لڄ کان لعل ٿي وئي. ايپات پنهنجي لڪڻ سان پنهنجي جوتي جي مٽي لاهڻ لڳو.

پادري پنهنجي بگيءَ ۾ وڃي ويٺو. پوئتي مڙي گالينا کي ڏنائين ۽ ڳوٺ طرف راهي ٿيو.

ايپات به گاڏي هڪلي، پر وري وري مڙي پوئتي ڏسندو رهيو. پوءِ پوري قد سان ڏگهو ٿي گاڏيءَ جي ڪوچ باڪس

۾ ٻيهي ڀويان نظر ڪيائين ۽ ڪلي ويهي رهيو.

”چڙهائيءَ ڪان هن پاسي پادري باغ ڏي مڙي ويو. هو رڳو بهانو ڪري رهيو هو ته ڳوٺ وڃي رهيو آهي. هو توهان ڪان شرمسار ٿي رهيو هو. هاڻي هو باغ ڏانهن وڃي رهيو آهي.“ ايپات چيو ۽ گهوڙي کي تيز ڪرڻ لاءِ چهبڪ هنيائين.

”هو پنهنجي زال ڪان ٻچي ٿو، ڏاڍو ٻچي ٿو.“ هن گاليما طرف ڪنڌ موڙي وري چيو ۽ زور سان کلڻ لڳو.

(١٩)

گاليما رومال ڪڍي پنهنجا چپ اگهيا ۽ انهن کي زور زور سان رڳڙيو. هن کي ياد اچي ويو ته هن فينا کي چميو هو، جنهن جو چهرو هيڊو آهي ۽ هن جي خاندان ۾ آتشڪ جو روڳ آهي. هن ٻين ضاعفن کي به چميو هو. ڪا وچڙندڙ بيماري لڳي سگهي ٿي. هن وري به پنهنجا چپ ۽ ڳل رومال سان مهٽيا.

سچرن جي ٻنهين ٻيهين ڪنڊن ۾ اچي رهي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ڪڙڪڙ ڪندڙ ڦيٿن، رستي جي ٻوٽن ۾ اٽڪي اچل ٿي ڪاڏي. ٻنهي طرف پوک ۽ وڏڪار هئي. پرڀرو جهنگل جي انو کي ديوار ڏسجي رهي هئي.

هن کي ياد آيو ته فينا جي ماءُ به هن کي واٽ لاءِ ڪيڪ ڏنا هئا. اهي ڪهڙا آهن؟ هاڻي ته هڙئي ٻنڊل ڳڏجي

سڏجي ويا آهن. انهن کي پين ڪيڪن ڪان الڳ سڃاڻي نه ٿو سگهجي. هن جو ته سارو بدن ڦرڙين سان جهنجهيل آهي ۽ هن جي اکين جا ڇپر سڄيل ۽ پڪل آهن. ۽ پين عورتن جون شيون.... ڪيئن چئي سگهجي ته ڪير بيمار آهي ۽ ڪير نه آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته خود هن کي به چاڻ ڪونه هوندي آهي.... پوءِ هن خبرداريءَ سان پهريون پڙو کنيو جيئن ايپات جي نظر نه پوي ۽ آهستي آهستي ڪري سڙڪ تي اڇلائي ڇڏيائين. هڪ ٻئي پنيان سڀ پڙا هيٺ ڇڏيندي وئي، باقي پادريءَ جي زال جو ڏنل پڙو پاڻ وٽ رکيائين.

هڪ ڌيمي جهڙڪار هوا سان آئي ۽ بند ٿي وئي. گاليناا جو ان ڏي خاص ڌيان ڪونه ويو ته اهو ڇا جو آواز هو.

هوءَ پنهنجو پاڻ سان ڳالهائڻ لڳي: مان هن ڳوٺ وارن کي ڪيئن وساري سگهندس. هنن مونکي ڏاڍو قرب ڏيکاريو. مان ڪجهه پلن لاءِ هن گاڏي واري ايپات کان گهبرائجي وئي هئس. پر هن وٽ به پين ڳوٺاڻن وانگر مون لاءِ عزت ۽ قرب آهي.... ويچارو پادري ... ۽ هن جي زال، ويچاري.... هوءَ سٺي عورت آهي ۽ سيڪو چاڙي ويندو آهي ته هوءَ پادريءَ جي زال آهي. هنن سڀني کان جدا ٿيڻ ڪيڏو نه ڏک ڏيندڙ آهي. ڪو به هنن کي سمجهي نه ٿو سگهي. مان به هنن کي سمجهي نه ٿي سگهان ... اڙي، جيڪڏهن مان ليکڪ هجان ها.... پر هي اهڙيون ڳالهيون آهن، جي لکي نه ٿيون سگهجن، کهاڻيءَ وانگر ٻڌائي نه ٿيون سگهجن....

هنن کي سمجهڻ لاءِ هنن جي وچ ۾ ڏگهو عرصو رهڻو پوندو.... اڙي، هي ڪيتريون گهنڊڙيون وڄي رهيون آهن. شايد ڪو اچي رهيو آهي....

هاڻي صاف پڌرو ٿي رهيو هو ته ڪا گاڏي آهي. گهنڊڙين جو آواز ڪڏهن صفا ويجهو ٿي آيو ۽ ڪڏهن بلڪل پري نيري فضا ۾ وڃي صبح جي سجرپڻ سان ملي ٿي ويو.

”ڪا ٻن گهوڙن واري گاڏي اچي رهي آهي.“ ايپات پوئتي نهارڻ بنا چيو.

جهنگل ۾ گهنڊڙين جا آواز ڏيما، پر ويجهڙا ٿيندا ٿي ويا. جهنگل مٿان سج ڪافي اوچائيءَ تي اچي چڪو هو ۽ وڻن جي پاڇن جي وچ ۾ اس جا چمڪندڙ ٽڪرا ڏاڍا پيلا لڳي رهيا هئا.

”هل جل ڦتاڪا!.... اڏامي ڏيکار سائنڻ کي!“ ايپات رور زور سان چوڻ لڳو. هاڻي هن گهوڙي کي ڇهڪ هڻڻ بند ڪري ڇڏيو هو ۽ هن جي خوشامد ڪري رهيو هو.

گالينا سڪل گاهه جي سيٽ تي ويٺي لوڏا کائي رهي هئي. ڪڏهن اس، ڪڏهن وڻن جا ڇانوَ هن جي مکڙي تي پئجي رهي هئي. جهنگل گهنڊڙين جي جهنڪار ۽ بنفشي جي گلن جي سرهاڻ سان پرجي ويو، سڙڪ جي ٻنهي پاسي هتي صنوبر جا وڻ هئا. جهرڪين جي لاڳيتي چين چين پڌجي رهي هئي ڄڻ هو ڪو جهنگل جو قومي گيت ڳائينديون هجن ۽ ايستائين بس نه ڪنديون، جيستائين هڪ هڪ وڻ، هڪ هڪ ٻوٽو، هڪ هڪ ول، هڪ هڪ سلو سڄا ڳ ٿي

ڪڙو نہ ٿيندو.

گهنڊڻين جو آواز ويجهو اچي پهتو هو، ڇڻ ڪنن ۾ پيو وڃي. پٺيان ايندڙ گاڏيءَ جو ڪوچوان زور سان پڪاري رهيو هو: ”بيهو! بيهو!“

ايپات بہ ٿي پيرا پوئتي نهاريو. ڪوچوان پڪارڻ سان گڏ پنهنجي چهبڪ سان بہ بيهڻ جو اشارو ڪري رهيو هو. ايپات گاڏي بيهاري. پٺين گاڏي بہ اچي بيٺي. ان جا ٻئي گهوڙا پگهر ۾ وهنجي ويا هئا ۽ سهڪي رهيا هئا.

ان مان ڊاڪٽر ڪورمويا لٿو. گالينا جي دل اچل ڪاڏي. هو هن جي گاڏيءَ ڏانهن اچي رهيو هو.

”گڊ مارننگ! مون سمجهيو هو تہ مان تو تائين پهچي ڪونہ سگهندس.“ هن گالينا کي ڪيڪاريندي چيو.

گالينا پنهنجا ڪپڙا ۽ وار درست ڪيا.

”لهي اچو تہ پاڻ ٿورو پيدل هلون“ ڊاڪٽر چيو ”هونءَ بہ هن ٽڪري ۾ رستي گهڻي خراب هجڻ ڪري گهوڙا ٽڪو هلي نہ ٿا سگهن.“ ۽ هو اهڙي طرح وڌيو ڄڻ هن کي گاڏيءَ مان لهڻ ۾ مدد ڪرڻ ٿو چاهي.

گالينا ڊاڪٽر کي مدد ڪرڻ جو موقعو نہ ڏنو ۽ ٽپ ڏئي لهي پئي.

ڪوچبان، ڊاڪٽر جي گاڏيءَ مان ڪجهہ ڪيڏي رهيو هو. هو پنهنجي جهول ۾ سنبوسا ۽ ڪيڪ پري آيو ۽ چيائين ”معلوم ٿو ٿئي تہ توهانجي گاڏيءَ ۾ وڏا لوڏا هئا. هي سڀ شيون سڙڪ تي ڪريل مليون.“

”اڙي، اهي ته اسانجون آهن“ ايپات ناراض ٿيندي رڙ ڪئي ”سڄي ڳوٺ نوجوان ماسترياڻيءَ لاءِ نيرن تيار ڪئي هئي. اهي گاڏيءَ جي ٿنگ مان ڪري پيا هوندا. رڳو ٻادريءَ جي گهرواريءَ جو آنڊل ٻڙو هتي رهجي ويو آهي. اهي شيون مونکي ڏي!“

گالينا ڪاڙهي ٿي وئي.

”اهو ڪيئن ٿيو ... نه، ايپات هاڻي مونکي اهي نه کپن، انهن تي مٽي لڳي وئي آهي.“ هن چيو.

”پرواهه ناهي، مان ٿو انهن تان مٽي ڇنڊيان.“ ايپات چيو.

ايپات ڏاڍي ڪوشش سان ڪيڪن ۽ سمبوسن تان مٽي ڇنڊڻ لڳو ۽ گاڏيءَ ۾ ڍير ڪرڻ لڳو.

”مان چوان ٿي ته مونکي اهي نه کپن.“ گالينا چيو.

”رڳو اهي ڇنڊيو جي ويڙهيل آهن، پيا ته گندا ٿي ويا آهن.“ ڊاڪٽر صلاح ڏني.

”نه، مونکي ڪوبه نه گهرجي.“ گالينا پنهنجو فيصلو ٻڌايو.

”چڱو، ته پوءِ مونکي ڏئي ڇڏيو. مون ئي ته اهي کنيا هئا. ڊاڪٽر ته مونکي ڇپيي رهيو هو جو مون اهي کڻڻ لاءِ وري وري ٿي گاڏي بيهاري.“ ڪوچوان چيو.

”هون، مونکي ڏيو.... بس مٽي شيءِ ڏسي تنهنجي وات ۾ پاڻي اچي ويو آهي. آندو اسان ۽ کائين تون!“ ايپات ٺٺوليءَ سان چيو.

”وڙهو نه، پاڻ ۾ ورهائي کڻو.... اڄ گالينا....“ ڊاڪٽر چيو.

هو سڙڪ جي پاسي کان وڻن جي وچان هلڻ لڳا. هنن جي پٺيان ايپات جي گاڏي، سڙڪ تي اپريل پوڻن ۽ پوڙن جي ڪٽيل پاڙن تان چرچراهٽ ڪندي هوريان هوريان هلي رهي هئي. ان جي پٺيان ڊاڪٽر جي گاڏي ۽ گهوڙن جي جوڙي به ساڳي سست رفتار سان چرندي پئي آئي. گهنٽيون به وڃي رهيون هيون. ايپات ۽ ڪوچوان پٺيان پٺيان پيرن سان ڌوڙ اڏائيندا اچي رهيا هئا. هو سنبوسا کائي رهيا هئا ۽ ڳالهيون ڪندا ٿي آيا.

پوڻن ۽ وڻن جي پنن تي ماڪ جا ڦڙا چمڪي رهيا هئا.

”سونڪي خبر ٿي ڪانه هئي ته تون وڃي رهي آهين. ڏن هفتن کان توسان ملاقات نه ٿي هئي،“ ڊاڪٽر چيو ۽ پنهنجي ٽوپي لاٿائين، جنهن تي گيچ دز لڳي وئي هئي. هاڻي هو صفا پيو نظر اچڻ لڳو. هن جي پوري نرڙ تي ڪارن وارن جي چڳ لٽڪي رهي هئي ”جيئن ئي تنهنجي وڃڻ جو پتو پيم ته مريضن ۽ اسپتال کي ڇڏي، گهوڙا گاڏيءَ تي تنهنجي پٺيان ڀڳس.“

هن جي اينري چوڻ مان ئي ڳالهه محسوس ڪيو ته هن سڀڪجهه چئي ڇڏيو. ان دم، هن تصور ۾ هڪ کلي گاڏي ڏٺي جنهن ۾ هڪ عورت هئي، جنهن جي مکڙي تي نقاب هو ۽ گاڏي جا ڦيٿا هوريان هوريان، بيحد اداسيءَ سان ڪاري ۽ چيڪي گپ کي ولوڙي رهيا هئا.

هن پريشان ٿي سوچيو ته جو ڪجهه هينئر ٿي رهيو آهي، سو جيڪر نه ٿئي ها. هوءَ ڪنڌ جهڪائي، ڇتن کي

ڏور سان پڪوڙي، پنهنجن بوٽن کي ڏسندي ٿي هلي. هن جا بوٽ واري تي هنجي لباس هيٺان ڏسڻ ۾ ٿي آيا ۽ بوٽن جي ڳنرن کي ڇپيائيائون ٿي.

”ڪيترو نه وڻندڙ صبح آهي!“ ڊاڪٽر پنهنجي ٽوپي لوڏيندي چيو ”۽ هي ماڪيءَ جون مکيون....“

ماڪيءَ جون مکيون چوڌاري ڀون ڀون ڪري رهيون هيون ۽ اس ۾ سونهري ڏيکي ٿي پيون ۽ چمڪڻ ٿي لڳيون.

”هي ماڪيءَ جون مکيون، هي پکي، هي وڻ، هي گل ڪيڏو نه خوبصورت لڳي رهيا آهن. خبر اٿو ڳوٺ ۾ رهڻ ڪانپوءِ ئي مان هيءَ خوبصورتي محسوس ڪري سگهي آهيان ۽ ائين معلوم ٿيو ڄڻ پهريون ڀيرو اهي شيون ڏٺيون هئم. مونکي خبر آهي ته اهي وڏن شهرن ۾ به هونديون آهن ۽ مان اڳ به ڳوٺن ۾ وئي ۽ رهي آهيان...“

”ڇا لاءِ؟“

”پڙهائڻ لاءِ. اهي سڀ شيون اتي به هيون ۽ مون ڏٺيون هيون.... ڀهراڙي، ٻنيون، ٻيلا، ٻوٽا... پر هتي ائين ٿو لڳي ڄڻ جيون ۾ پهريون ڀيرو ڏٺيون اٿم....“

”مون به ائين محسوس ڪيو هو، ۽ نه رڳو فطرت جي نظارن لاءِ، پر هارين جي سلسلي ۾ پڻ. هتي پهچڻ ڪانپوءِ منهنجي اندر ۾ هارين لاءِ نوان ۽ حقيقي احساس پيدا ٿيا، جيتوڻيڪ هارين سان واسطو اڳي به پيو هوم.“

گالينا کي اهو سوچي افسوس ٿيو ته اسان ٻنهي جي خيالن ۾ هڪجهڙائي آهي. هن اڻ لکي نموني ٿڌو ساهه ڀريو.

پر هڪ نموني هن پنهنجي دل جو بار هلڪو ٿيندو محسوس ڪيو.

”سان هتي اهڙي طرح آيس جڻ جيل پئي وڃان، جڻ جلاوطن ڪئي پئي وڃان، ۽ هاڻي هتان وڃڻ ڏاڍو ڏکيو ۽ تڪليف وارو پيو لڳيم. ڪجهه آهي جو سونکي ڳوٺ، هارين، پورهيتن ۽ ضاعفن ڏانهن ڇڪي رهيو آهي.“

”اڳئين وقت ۾ ڪارڪن ڳوٺن ۾ ايندا هئا ۽ هارين وٽ ايندا هئا ۽ پنهنجا نظريا ۽ مقصد پيش ڪندا هئا. هنن کي شهر ۾ آساني ۽ سان سٺيون نوڪريون ملي ٿي سگهيون. پر هو ٻهراڙيءَ جون سختيون قبول ڪندا هئا ۽ خوشيءَ سان بک ۽ غريبيءَ جي حياتي برداشت ڪندا هئا. پر توں ۽ مان هتي ڏوڪڙ ڪمائڻ آيا آهيون، رڳو پنهنجي پگهار حاصل ڪرڻ. جيڪڏهن اسين چاهيون ته اسين پڙهيل ڳڙهيل، نوڪرين ۽ عهدن وارا گڏجي، هارين لاءِ گهڻو ڪجهه ڪري سگهون ٿا ۽ هنن کي اوندهه مان ڪڍڻ لاءِ هٿي ڏئي سگهون ٿا. پر شرط هي آهي ته اسين گڏجي ۽ گڏيل تنظيم ناهي ڪم ڪريون. اڪيلي سر اسين ائين آهيون جيئن جنگ جي ميدان تي اڪيلو سپاهي هوندو آهي.“

جهنگل سائو سرسبز، ناپر وارو ۽ سانت هو. پنبيان گهنڊڻين جي جهنڪار ۽ ڪوچوانن جي ڳالهين جو ڌيمو آواز اچي رهيو هو.

”هڪ پيري توهان چيو هو ته ’هاري‘ جو مطلب آهي ’هارين جو مجموعو‘ ۽ اڪيلي هاريءَ جو وجود نه ٿيندو

آهي....“ گالينا چيو.

”ها، ها، هاريسن کي انفراديت جي ڏيڻ مان نڪرڻ کپي. هو متحد ٿي، بدي کي ۽ تنظيم ناهي ڏي وڏيري نيڪيفور ۽ سيٺي وڏيرن جو وجود ختم ڪري سگهن ٿا.“

”گهٽ ۾ گهٽ هو موڪي هڪڙي ڳالهه ۾ متحد نظر آيا: هنن آفيسرن خلاف مون تي منتر پڙهايو.“ گالينا کلندي چيو.

”اهو جهالت تي اتحاد آهي. اتحاد اعليٰ مقصد تي هجڻ کپي.“ ڊاڪٽر ورائيو.

گالينا کي ياد اچي ويو ته رات ڪيئن نه هن پنهنجو پاڻ کان سوال پڇيو هو ته ڇا مان ڊاڪٽر سان پيار ڪريان ٿي؟

هو هلندا هليا. وقتي وقتي هنن جي جسمن هڪ ٻئي کي ڇهيو به پئي. هو پنهنجي وچ ۾ ويجهڙائي به محسوس ڪري رهيا هئا ۽ دوري به. هو ڳوٺ، راڳ (ڊاڪٽر وايولن سٺي وڄائيندو هو) ۽ ساهت جي باري ۾ گفتگو ڪندا رهيا، ڄڻ اتي جهنگل نه هو، ماکيءَ جون مکيون ٻين ٻين نه ڪري رهيون هيون، ڄڻ ڪوچوانن جي گپ شپ ۽ گهنڊڙين جي جهنڪار جو ڪو وجود نه هو، ڄڻ هو ڪنهن زندهه دل ۽ خوش پوش هجوم جي درميان ڪنهن ٿيئٽر ۾ پسار ڪري رهيا هئا.

صنوبر ۽ شاهه بلوط جا وڻ پوئتي رهجي ويا هئا. سڙڪ هاڻي هيٺاهينءَ تي پهچي وئي هئي. هيٺاهينءَ جي چيڙي تي، مٿي ويندي رستي ۾ موڙ هو. نظر ائين ٿي آيو ته ان موڙ

وت وڻن جي ديوار هئي، جتي سڙڪ ختم ٿي ٿي وئي. هو هڪ دڙي تي ويهي رهيا ۽ چپ ٿي ويا، جڻ ڪنهن مقرر دنگ تي پهچي ويا هئا.

گاليناکي خيال آيو ته هيءُ ئي دنگ آهي.... ۽ پوءِ؟ ۽ پوءِ مان ايپات سان پنهنجو سفر جاري رکندس، پوءِ ٽيشڻ ايندي، پوءِ ريل گاڏي ۽ شهر .. پوءِ، پوءِ؟

ڊاڪٽر ڪجهه چوڻ لڳو هو، پر ڪجهه سوچي ماٺ ٿي ويو. ٻئي جهنگل جي سناٽي ۾ ٻڌڻ لڳا. هڪڙي ڪاٺ ڪٽي جي ڇهنب سان ڪاٺ ڪٽڻ جو آواز ۽ ڦيٽن جي چرچراهٽ. وڻندڙ سڳنڌ ۾ وڏا وڏا ساهه کڻڻ تي دل ٻڏي ٿي. هيٺ گاهه ۽ ولين جي وچ ۾ پاڻي چمڪي رهيو هو.

”گالينا، هتي اسين ... ها.... ته.... اسان کي هڪ ٻئي کان موڪلائڻ کپي .. مان چاهيان ٿو . فقط ٻه اکر.... مان چوڻ چاهيان ٿو “

ڊاڪٽر کي پاڻ تي غصو اچي رهيو هو. هن جي نرڙ تي گهنڊ پئدا ٿيو.

”مان توکي پيار ڪريان ٿو.“ هن چئي ڏنو.

جيتوڻيڪ اهو پڌرو هو ته هن کي اهو ئي چوڻ کپندو هو، پر هوءَ ان ڳالهه جي اوچتائيءَ تي حيران ٿي وئي. هن کي دل ۾ ڪنڊو چڀي ويو. هن کي محسوس ٿيو ڄڻ دل جي دڪ دڪ بند ٿي وئي هجي. هن پنهنجا نيڻ مٿي نه کنيا. هن دل جي اونهائين ۾ ان خوف ۽ حيرت جي گڏيل جذبن کي قابو ۾ رکڻ جي جفاڪشي ڪئي، جنهن ۾ خوشيءَ

جو جذبو پڻ شامل هو، پر هوءَ اهو مڃڻ لاءِ تيار نہ هئي.

هن سختيءَ سان پنهنجي پيشانيءَ تي گهنج وڌا.

”منهنجي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي.... توهين ڪيئن....“ هن ڳالهہ شروع ڪئي.

هنن جي پٺيان گاڏي اچي بيٺي هئي. گهنڊڻين جي جهنڪار ۽ ڦيٿن جي ڪڙڪڙاهٽ بند ٿي وئي هئي. گالينا ۽ ڊاڪٽر ٻئي لاهيءَ تي هلي رهيا هئا، جني ڪاٺين جي پل هئي ۽ چمڪندڙ پاڻي وهي رهيو هو.

ڊاڪٽر هن ڏي نهاريو پر ٿاپر پرئي ۽ اداس لهجي ۾ چيائين:

”مون وٽ زال ڪانهي ۽ نہ ٻار آهي....“

هو پنهنجو پاڻ تي قابو پائڻ لاءِ ترسيو. اتي سڪل سڙيل پنن جي ٻوءِ هئي. ڪو ڪيڙو ”پن، پن، پن“ جو آواز ڪري رهيو هو.

”منهنجي بيگم توسان ملي آئي. مونکي ان جي ڄاڻ ڪانہ هئي تہ هوءَ تو وٽ وئي هئي. هن چيو: ڪورمويا، مونکي خبر آهي تہ تون هاڻي مونکي پيار ڪونہ ٿو ڪرين. گهڻن ڏينهن کان اها خبر اٿم. مون چيومانس: تون ڪهڙيون ٿي ڳالهيون ڪرين، مون ڪڏهن بہ پنهنجي گفتي يا چرپر سان توکي شڪايت جو موقعو ڏنو آهي؟ تون مونکي هاڻي بہ اڳي وانگر پياري آهين، اسان جو هڪ ٻار بہ آهي. پر هن ورجايو: نہ، نہ، نہ، مونکي ظاهري بناوت نہ گهرجي.

مان چاهيان ٿي تہ تون پهرين وانگر مونکي پيار ڪر ۽ تون ڪري نہ ٿو سگهين. مونکي تنهنجي ضرورت نہ آهي.... هوءَ پيلي پئجي وئي هئي. مون هن کي وراڻيو: ترس، نہ وڃ!.... پر هوءَ هلي وئي. هن جو مکڙو سخت ۽ سرد هو. هن مون ڏي ان طرح ڏٺو ڄڻ تہ مان ڪو اوپرو شخص هوس، ۽ چوڻ لڳي: مان حقيقت پسند آهيان ۽ مان حقيقتن کي منهن ڏيڻ چاهان ٿي. مان خوشي ڏيڻ ۽ خوشي حاصل ڪرڻ ۾ توازن رکڻ ٿي چاهيان. مون توکي هر شيءِ ڏني: پنهنجي ڪنوارپڻ، پنهنجي جواني، پنهنجو تن من، پنهنجي پوري زندگي، پنهنجو دماغ.... مون وٽ ڪجهہ بہ نہ رهيو آهي، هڪ هڪ ڦڙو نپوڙجي ويو. تنهنجي جيون نئين سر شروع ٿيندي، تون خوش رهندين، پر منهنجي لاءِ هاڻي خوشيءَ جي ڪابہ صورت ڪانهي، سڀ ڪجهہ ختم ٿي ويو. مان مرجهائجي پوڙهي ٿي وينديس. چڱو هاڻي مان پنهنجي پٽ کي وٺي وڃي رهي آهيان ۽ تون مونکي ڪڏهن بہ نہ ڏسندين. ائين نہ سمجهجان تہ هي بدلو يا رقابت آهي يا مان توکي تڪليف پهچائڻ ٿي چاهيان. مان جيون جي حقيقتن کي منهن ڏيڻ ٿي چاهيان، ورنہ جيون وڏيڪ عذاب بڻجي ويندي.... ۽ پوءِ هوءَ هلي وئي."

ڊاڪٽر چپ ٿي ويو. هو پنهنجن پيرن طرف ڏسندو چڙهائي چڙهي رهيو هو. ان مٿان جهنگل هن جو رستو روڪيو بيٺو هو.

"مونکي معلوم آهي تہ هوءَ اٽل ارادي واري عورت

آهي ۽ مان هاڻي پنهنجي پٽ کي ڏسي نه سگهندس. جيڪڏهن هوءَ ڪنهن ٻئي ڪردار جي عورت هجي ها ته اسين ٻئي اهڙي طرح گذر سفر ڪريون ها، جهڙي طرح اڄڪلهه جوڙا ڪري رهيا آهن. مون هن جي خوشيءَ پري زندگي برباد ڪرڻ واري ڪا ڳالهه ڪانه ڪئي هئي. هاڻي مان پنهنجو ٻار ڪڏهن به ڏسي نه سگهندس. ٻاڻ مون ڪان پري رهڻ جو غم ڪٿي وڃي ۽ مونکي ٻار ڪان محروم رهڻ جو غم ڏئي وڃي. شايد اهو غم جو هڪجهڙو ورهاڱو آهي.... مان ڇا ڪريان؟ هن کي ڳوليان، هٿ پير هلايان ۽ هن ڪان ٻار واپس وٺان؟ نه، مان ائين نه ڪندس. مون هنجي خوشين پري جيون ختم ڪئي، مگر مان ڏوهاري نه آهيان. تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟ اهو سچ آهي، پر هن کي ٻئي ڏوهه ڏئي نه ٿو سگهجي.... آخر ڪير ڏوهاري آهي؟"

ڳاليئا ڪنڌ هيٺ ڪري هلندي رهي. هوءَ هيئنئر ٻئي پنهنجي پيرن ۾ پيل ڪارا بوٽ ڏسي رهي هئي، جي هنجي لباس هيٺان واري واري ٽي‌نڪري سامهون اڇي وڃي رهيا هئا. هن جــي ڇئني طرف وارو ٻيلو، ڇٽيل ڳاهه جي پنل هيڪار سان ڀريل هو. ڪان ڪٿو هڪ وڻ جي ٿــڙ کي ڪٽ ڪٽ ڪري ٺونگا هڻي رهيو هو. روس ۾ جنهن پکيءَ کي جهنگلي گيتن جي راڻــي چوندا آهن، تنهن جا نغما گونجي رهيا هئا. پر ڳاليئا ان وقت هر چيز ڪان بي‌تعلق ٿي وئي هئي.

هن ڊاڪٽر کي چوڻ ٿي چاهيو ته تو پنهنجي ان زال

ڪي به اهوئي چيو هو ته تون هن سان پيار ڪرين ٿو، تون ساڳي ريت هن واسطي پريشان به ٿيو هئين، تو ڪي خوشي به حاصل ٿي، پوءِ توهان وٽ ٻار ٿيو.... توهانجيءَ توهانجي زال جي خيالن ۾ ھڪجھڙائي پيدا ٿيڻ لڳي.... پر تنھنجي ۽ منھنجي خيالن ۾ به ته ھڪجھڙائي آهي....

پر ان ٻدران چيائين: ”ڪو به زندگي تباهه ڪري نه ٿو سگهي، ڪو به ٻين جي خوشي تباهه ڪري نه ٿو سگهي.“

ڊاڪٽر جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو.

”تون اهو چونه ٿي سمجهين ته اهي سڀ گذريل ڳالهيون آهن. هاڻي نيون راهون ۽ نيون واٽون ٿينديون. هيڪڙ جو مطلب ٿيندو ڇڙ ڪو مري ويو هجي ۽ هر شخص هن جي جڳهه والارڻ ڪان ونئن ويندو هجي.“

هوءَ ٻيهي رهي ۽ اکيون کڻڻ بنا چيائين:

”موڪلائي!“

هوءَ وڃي پنهنجي گاڏيءَ ۾ ويٺي. ايپات گهوڙي کي هڪليو. ڦيٿن جي کڙ کڙ ٿي. ڊاڪٽر پنهنجي ٽوپي هٿ ۾ جهليو بيٺو رهيو. هن جي بگيءَ جي گهنڊڻين جي جهنڪار شروع ڪانه ٿي. گاليٺا واري گاڏي موڙ مڙي، نظرن ڪان گم ٿي وئي. پوءِ هن گاڏيءَ جي کڙ کڙاهٽ بند ٿي وئي.... پنيان واري گاڏيءَ جي گهنڊڻين جـي جهنڪار زور زور سان آلاپ ڪري رهي هئي. اڳين بيٺل گاڏيءَ وٽ پوئين بگي به اچي بيٺي.

هن پيري گاليئا پنهنجي گاڏيءَ تان اهي، ڊاڪٽر ڏانهن وڌي.

”مان توهان کي اهو ٻڌائڻ لاءِ ترسي آهيان ته تنهنجي ۽ منهنجي خيالن جي هڪجهڙائي اسان جي يعني تنهنجي ۽ منهنجي ذات لاءِ نه آهي، پر خيالن جي هڪجهڙائي ٻين واسطي آهي، هارين ۽ غريبن واسطي آهي.“

ڊاڪٽر مرڪي ڏنو، ايپات مرڪي ڏنو، ڪوچوان مرڪي ڏنو، جهنگل مرڪي ڏنو، آڪاس مرڪي ڏنو، ڌرتيءَ مرڪي ڏنو، وڏي ڳالهه ته گاليئا مرڪي ڏنو ۽ ڊاڪٽر سامهون هن جي اها پهرين مرڪ هئي.

هن جي مرڪ چئي چئي رهي هجي:
مان جهنگل ۾ اڪيلي نه آهيان،
مان زندگيءَ ۾ اڪيلي نه آهيان،
مان پيار ۾ اڪيلي نه آهيان،
مان دنيا ۾ اڪيلي نه آهيان،
مان ڪٿي به اڪيلي نه آهيان،
مان ارادن ۾ اڪيلي نه آهيان،
۽ مان ويچارن ۾ اڪيلي نه آهيان.

———

## نيو فيلڊس جا آڪٽوبر ۽ نومبر ۾ ايندڙ ڪتاب

**رڻ ۽ رڃ جو اتهاس** (ڪهاڻيون)
مصنف: نورالهديٰ شاهه

**آڪَن نيرا ڦلـيـا** (شاعري)
مصنف: شيخ اياز

**پياسي ڌرتي رهندا بادل** (ناول)
مصنف: سراج

**جڏهن ماڻ نہ هوندس** (ڪهاڻيون)
مصنف: امرجليل

---

نيو فيلڊس جا تازا شايع ٿيل بهترين ڪتاب

1. رني ڪوٽ جو خزانو (ڪهاڻيون) امرجليل
2. جت جر وهي ٿو جال (سفرنامو) الطاف شيخ
3. اڪ سور (ناول) رابندرناٿ ٽئگور
4. ٻڙ جي ڇانوَ اڳي ڪان گهاٽي (شاعري) شيخ اياز

## نيو فيلڊس جا جلد ايندڙ ڪتاب

| | |
|---|---|
| ١- رڻ ۾ رڃ جو اتهاس (ڪهاڻيون) | نورالهديٰ شاهه |
| ٢- جڏهن مان نه هوندس (ڪهاڻيون) | امرجليل |
| ٣- پياسي ڌرتي رمندا بادل (ناول) | سراج |
| ٤- آڪن نيرا ڦلڙيا (شاعري) | شيخ اياز |
| ٥- ڪراچيءَ جا ڏينهن رات | شيخ اياز |
| ٦- انقلابي ماءُ (ناول) مترجم: | آزاد قاضي |
| ٧- يادين جي اندرا ڻ | الطاف شيخ |
| ٨- ڌرتي منهنجو ديس | شيخ اياز |
| ٩- شاهه لطيف جي شاعري (ڀاڱو I، II ۽ III) | تنوير عباسي |
| ١٠- پاپ ۽ پيڙا (ناول) | رشيد ڀٽي |
| ١١- وڄون وسڻ آيون (شاعري) | شيخ اياز |
| ١٢- منهنجو وطن، منهنجا ماڻهو | لوڪرام ڏوڏيجا |
| ١٣- سورن سانديا س (ناول) وڪٽرهيو گو/ | فضل احمد بچاڻي |

### پڙهندڙن لاءِ خوشخبري

نيو فيلڊس اداري جا هڪ ئي وقت گهٽ ۾ گهٽ ٢٠ عدد ڪتاب گهرائڻ تي ٣٣ فيصد رعايت. ١٥ عدد ڪتاب گهرائڻ تي ٣٠ فيصد رعايت. ١٠ عدد ڪتاب گهرائڻ تي ٢٥ فيصد رعايت ۽ ٥ عدد ڪتاب گهرائڻ تي ١٥ فيصد رعايت ڏني ويندي. ڪتابن جي لسٽ يا ٻي معلومات گهرائڻ لاءِ جوابي لفافو موڪلڻ ضروري آهي.

نيو فيلڊس اداري جو هر مهيني شايع ٿيندڙ ڪتاب گهر ويٺي وصول ڪرڻ لاءِ (ميمبر ٿيڻ لاءِ) پنهنجي رضامندي لکي موڪليندا.

## نيو فيلڊس پبليڪيشنس جا شايع ٿيل ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| ۰۱ بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | -/۲۰ |
| ۰۲ جيل ۾ ۲۲ مهينا (ڀاڱو ۱) | طارق اشرف | (ختم) |
| ۰۳ اڌ ملاقات (خط) | طارق اشرف | -/۲۰ |
| ۰۴ جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم) |
| ۰۵ جيل ۾ ۲۲ مهينا (ڀاڱو ۲) | طارق اشرف | -/۱۲ |
| ۰۶ زندگيءَ جو تنها مسافر (ڪهاڻيون) | طارق اشرف | (ختم) |
| ۰۷ ۴- مارچ ۽ سنڌي جوڌا | — | (ختم) |
| ۰۸ بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | — | (ختم) |
| ۰۹ اونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) | آغا سليم | (ختم) |
| ۱۰ رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم) |
| ۱۱ ۳۰ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ۱) | — | (ختم) |
| ۱۲ ٿڌا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | (ختم) |
| ۱۳ واڻيون وڻجارن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/۱۲ |
| ۱۴ ۳۰ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ۲) | — | (ختم) |
| ۱۵ بندر بازاريون (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/۱۲ |
| ۱۶ شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | (ختم) |
| ۱۷ يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم) |
| ۱۸ ٽين دنيا جون ڪهاڻيون | وليرام ولڀ | (ختم) |
| ۱۹ عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | — | (ختم) |
| ۲۰ دل اندر درياءَ (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | (ختم) |
| ۲۱ دل جو بندر (ناول) | اڊورل آڊيوِيس/نصير اعجاز | (ختم) |
| ۲۲ رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | -/۱۲ |

۲۳. درد جي خوشبو (ناول)  قاضي خادم  -/۲۰

۲۴. ڪنهن سان سور سليان  مرتب: فيروز احمد (ختم)

۲۵. فڪر جي آزادي  آسٽيفن زويگ/ ابراهيم جويو (ختم)

۲۶. منهنجو ساگر، منهنجو ساحل  الطاف شيخ  -/۱٦

۲۷. غلامن جو ٻيڙو (ناول)  دوست محمد پٺي (ختم)

۲۸. سي ٿي جوين ڏينهن (سفرنامو)  الطاف شيخ  -/۱۵

۲۹. عائشي  هينري رائڊر هئگرڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم)

۳۰. سي ٻيڙيون رڪين ٻاجهه سين  الطاف شيخ  -/۲۰

۳۱. سڌارٿ (ناول)  هرمن هيس/فضل احمد بچاڻي (ختم)

۳۲. جپان رس (ڪهاڻيون)  الطاف شيخ (ختم)

۳۳. روح جي ڳولا (ناول) مترجم: فضل احمد بچاڻي (ختم)

۳۴. درد جا ڏينهن، درد جون راتيون  طارق اشرف (ختم)

۳۵. سانباهو سمونڊ جو (سفرنامو)  الطاف شيخ (ختم)

۳٦. سورج هوندي مرجهايل  نجم عباسي (ختم)

۳۷. آسيه  هينري رائڊر هئگرڊ/فضل احمد بچاڻي  -/۲۰

۳۸. قلندر  قرت العين حيدر/مدد علي سنڌي  -/۱۲

۳۹. الطاف شيخ جي نوٽبڪ تان  الطاف شيخ (ختم)

۴۰. سزا جا سڪ  آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي  -/۱۲

۴۱. بهترين سفرناما  الطاف شيخ (ختم)

۴۲. للڪار (ڪهاڻيون)  نجم عباسي (ختم)

۴۳. ٽڪل سريت  البرٽو موراويا/وليرام ولڀ  -/۱۵

۴۴. لنڊن ٿائين لفٽ (ڪهاڻيون)  الطاف شيخ (ختم)

۴۵. تصوير جو خون  مترجم: فضل احمد بچاڻي  -/۲۵
(پڪچر آف ڊورين گري) (ناول)

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۴۶. | حليم شو | حليم بروهي | (ختم) |
| ۴۷. | پارن جون آکاڻيون | الطاف شيخ | (ختم) |
| ۴۸. | سپون | خليل جبران/فضل احمد بچاڻي | (ختم) |
| ۴۹. | سفر يورپ جي ڊائري | قاضي عبدالمجيد عابد | ۲۵/- |
| ۵۰. | آزادي خاطر (ڪهاڻيون) | مرتب: فيروز احمد | (ختم) |
| ۵۱. | چانديءَ جون تارون | ماهتاب محبوب | ۱۶/- |
| ۵۲. | مس سدا بهار چنبيلي (ناول) | الطاف شيخ | ۲۰/- |
| ۵۳. | پيار ڪهاڻي (ناول) | نجم عباسي | ۴۰/- |
| ۵۴. | نيگرو عشق ۽ بغاوت | مترجم: نصير اعجاز | (ختم) |
| ۵۵. | شرم پوتي (ناول) | گوبند مالهي | ۱۲/- |
| ۵۶. | اگيي ايئن هياس (جلد ۱) | فضل احمد بچاڻي | ۲۰/- |
| ۵۷. | پره ڪان پهرين (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | ۱۶/- |
| ۵۸. | بلنديون (ناول) | نجم عباسي | ۱۶/- |
| ۵۹. | رج ۽ پاڇا (ناول) | موهن ڪلپنا | ۱۶/- |
| ۶۰. | مون توکي پيار ڪيو | پوپٽي هيرانندائي | (ختم) |
| ۶۱. | آيل ڙي اولاڻا (ڪهاڻيون) | علي بابا | ۲۰/- |
| ۶۲. | شاهه لطيف جي شاعري | تنوير عباسي | (ختم) |
| ۶۳. | اپٽي گهوٽ ته نشا ٿيوئي | لوڪرام ڏوڏيجا | (ختم) |
| ۶۴. | موهن جو دڙو (ناول) | علي بابا | (ختم) |
| ۶۵. | ادو عبدالرحمان (ڪهاڻيون) | امرلعل هنگوراڻي | ۱۲/- |
| ۶۶. | ذرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | (ختم) |
| ۶۷. | دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | ۲۰/- |
| ۶۸. | پيغامبر | خليل جبران/ ستار | (ختم) |
| ۶۹. | همه اوست (ناول) | آغا سليم | ۲۰/- |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٧٠. | اداس واديون (ڪهاڻيون) | حميد سنڌي | -/١٢ |
| ٧١. | آئيني جي آڳيان | ١٧ ساهتڪار | -/١٢ |
| ٧٢. | چنڊ چنبيليءَ ول (شاعري) | شيخ اياز | (ختم) |
| ٧٣. | لهر لهر زندگي (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | -/٢٠ |
| ٧٤. | اڻون ماڻهو (ڪهاڻيون) | سراج | (ختم) |
| ٧٥. | ٻه ننڍا ناول (ٻه ناول) | آغا سليم | -/٢٢ |
| ٧٦. | اڳي ايئن هياس (جلد ٢) | فضل احمد بچاڻي | -/٢٥ |
| ٧٧. | رڻ تي رم جهم (شاعري) | شيخ اياز | -/٣٢ |
| ٧٨. | وات ويندي | علي احمد بروهي | -/٣٠ |
| ٧٩. | مڪليءَ کان ملاڪا تائين | الطاف شيخ | -/٢٥ |
| ٨٠. | ڪهاڻيءَ جو قافلو | نجم عباسي | -/١٥ |
| ٨١. | ساهيوال جيل جي ڊائري | شيخ اياز | -/٣٥ |
| ٨٢. | سنگاپور ويندي ويندي (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/٢٥ |
| ٨٣. | چنڊ جا تمنائي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | -/١٦ |
| ٨٤. | ڀڳت سنگهه کي ڦاسي | شيخ اياز | -/١٥ |
| ٨٥. | ست يوگوسلاويائي آکاڻيون | جڳت آڏواڻي | -/١٠ |
| ٨٦. | ست ڪشميري آکاڻيون | ايشور چندر | -/١٢ |
| ٨٧. | پن ڇڻ ۽ چنڊ (شاعري) | آغا سليم | -/١٠ |
| ٨٨. | ڪوالالمپور ڪجهه ڪوهه | الطاف شيخ | (ختم) |
| ٨٩. | ڪپر ٿو ڪن ڪري (شاعري) | شيخ اياز | -/٤٥ |
| ٩٠. | سڏن مٿي سڏڙا | علي احمد بروهي | -/٢٥ |
| ٩١. | گانڌي | لوئي فشر/نجم عباسي | (ختم) |
| ٩٢. | ڀڳل ڪنپڙاتيون | خليل جبران/عبدالله الفائز | -/١٥ |
| ٩٣. | ماستر هريام جو بئنڪاڪ وڃڻ.... | الطاف شيخ | -/٤٠ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۹۴. ڪڪي جي ٻيجل ٻوليو (شاعري) | | شيخ اياز | ۲۵/- |
| ۹۵. سرهي سرهي سار (سفرنامو) | | ماهتاب محبوب | ۳۵/- |
| ۹۶. خط، انٽرويو ۽ تقريرون | | شيخ اياز | ٦۵/- |
| ۹۷. دنگيءَ منجهه درياهه (سفرنامو) | | الطاف شيخ | ۴۵/- |
| ۹۸. ڏيئا تيل ڦليل جا | | علي احمد بروهي | ۳۰/- |
| ۹۹. راڄ ـ گهاٽ تي چنڊ (شاعري) | | شيخ اياز | ۴۰/- |
| ۱۰۰. موتي جي مهراڻ جا | مرتب: | فيروز احمد | ۵۵/- |
| ۱۰۱. تلاش (ناول) | | نجم عباسي | ۳۰/- |
| ۱۰۲. لڙيو سج لڪن ۾ (شاعري) | | شيخ اياز | ۲۰/- |
| ۱۰۳. ڏاهي جهرڪيءَ ٻيون آڪاڻيون | | الطاف شيخ | ۲۰/- |
| ۱۰۴. مرڻ مون سين آءُ (ناول) | | سراج | ۴۰/- |
| ۱۰۵. پڙاڏو سوئي سڏ (ناول) | | سراج | ۴۰/- |
| ۱۰۶. رات وچ ۾ (ناول) | مترجم: | فضل احمد بچاڻي | ۲۰/- |
| ۱۰۷. ٻڙ جي ڇانوَ اڳي ڪان گهاٽي | | شيخ اياز | ۳۰/- |
| ۱۰۸. اڪ سور (ناول) | | رابندرناٿ ٽئگور | ۵۰/- |
| ۱۰۹. جت جر وهي ٿو جال (سفرنامو) | | الطاف شيخ | ۳۰/- |
| ۱۱۰. رني ڪوٽ جو خزانو (ڪهاڻيون) | | امر جليل | ۳۰/- |
| ۱۱۱. ماستر ياڻي (ناول) | مترجم: | نجم عباسي | ۲۵/- |

گهرائڻ لاءِ لکو: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ

